# انگن جا رنگ ۽ ذھانت




ڊاڪٽر نور مصطفيٰ شيخ

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | انگن جا رنگ ۽ ذهانت |
| ليکڪ | : | ڊاڪٽر نورمصطفيٰ شيخ |
| تعداد | : | 500 |
| دفعو | : | پهريون |
| سال | : | 2017ع |
| قيمت | : | 160 رپيا |
| ڪمپوزنگ | : | فهيم ميمڻ |
| لي آئوٽ | : | عظيم ڪنير |
| ڇپيندڙ | : | نور نبي شيخ |

# ارپنا

انهن ذهين ۽ لائق رياضي جي شاگردن نالي جن لاءِ مان فخريہ چوندو هيس تہ موتي آهن ،ڪو جوهري هجي تہ پرک ڪري.

رياضي جي نصاب ٺاهيندڙ ماهرن جي نالي جيڪي انئين ڪلاس جي سيني شاگردن. لاءِبہ ڏهين ڪلاس جي سائنس گروپ جا مضِمون (TOPICS) وجهي تعليمي معيار وڌائين ٿا.

انهن ايڊيٽرن جي نالي جن ريسرچ جنرلن ۾ اهڙا مقالا ڇپرايا جن تي دنيا نہ ڪلي پر پاڻ بيگم سميت پنهنجي پاور ۽ ذات تي ڏاڍو ڪليا.

ماضي قريب ۾ سنڌ جي مها ڏاهن علامہ آءِ آءِ قاضي، شيخ اياز ۽ رياضي دان ڊاڪٽر نور محمد ٽالپر جي نالي جيڪي سنڌ جي نوجوانن لاءِ رول ماڊل آهن.

# پيش لفظ

ڪتاب ”انگن جا رنگ ۽ ذهانت“ ۽ ان جي ليکڪ بابت.
ليکڪ پروفيسر نور مصطفيٰ شيخ سڄي عمر پڙهائي رياضي، ريسرچ ڪرائي شماريات ۾، درسي ڪتاب لکيا ۽ ترجمو ڪيا سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ لاءِ.
1954ع ۾ سنڌيءَ ۾ ورنيڪيولر فائينل امتحان پنهنجي والد محترم مولوي نورالحق جي زير نگرانيءَ پوزيشن سان پاس ڪيو هيائون. ان ڪري رياضيءَ جي درسي ڪتابن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ سان گڏ. مختلف وقتن تي عبرت، ڪاوش ۽ جيجل اخبارن ۾ ڪالمن لکڻ وسيلي معاشري جي اهم ڪردارن پروفيسن، پيرن، سائنسدانن تي تعميري تنقيد ڪندا رهيا، ڪٿي رومال ۾ ويڙهيل، ڪٿي سواليه انداز ۾ ته ڪٿي بياني طرز تي. سنڌن پهريون ڪتاب ”سچ ته بيٺو نچ“ جولاءِ 2017ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. جنهن کي ”سائنسي ادب“ جو لقب مليو.
هن ڪتاب جي پهرين ڀاڱي ۾ ليکڪ انگن ۽ حسابن جي استعمال بابت لکيو آهي. عام پڙهندڙن جي سهولت خاطر ليول گهٽ رکيل آهي. ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ ذهانت وڌائڻ ۽ ان جي ٽيسٽ ڪرڻ جي مختصر ڪوشش ڪيل آهي.
سنڌ سائنس سوسائٽي پاران نڪرندڙ رسالي ”سائنس ۾ آيو ڇاڇا ولو آيو“ جي عنوان سان لکيل ڪوشش کي هن ڪتاب ۾ ”ڪونڙيءَ جي ڳامون سچار“ جا خواب طور اڳتي وڌايو ويو آهي.
اڍائي، سئو ۽ هزار بابت به مزيدار اصطلاح ۽ مثال آهن. جهڙوڪ:

گدڙ نہ ٿئي، شينهن توڙي 100 ڪلون پائي
ڪتو نہ ٿئي مال توڙي گڏ رهي 100 سال
ڪارو نہ ٿئي گورو توڙي 100 صابڻ ڪپائي
ڪارو نہ ٿئي منو توڙي 100 مڻ ڪنڊ کپائي
حرام نہ ٿئي حلال توڙي 100 زڪواتون ورهائي.

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 100 | چچڙ | نشا | چندا | واعدا | جنرل | ٻڙيون | قصا |
| 1 | لالچي | عشق | پتو | وصيت | سيلستان | ٻڙي | آيت |
| 100 | حج | گوسڙو | دوائون | دليل | بهشت | پلڙ پيار | زنجير |
| 1 | توبهہ | ماستر | پرهيز | ڳوڙهو | ديدار | يلر پيار | نڪاح |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| اڊائي | شاديون | فقير | زالون | محبوب | حج |
| | 2 هال ۾<br>1 فلمن ۾ | 2 اڻتا يا پولڙا<br>1 پنائڻ ولرو | 2 نڪاح ۾<br>1 ٻانهي | 2 هيروئن<br>1 سيڪريٽري | 2 حج<br>1 عمرو |
| اڊائي | قلم | پلر | سسون | شاهد | قلندر |
| | 2 هڪ پلسي<br>1 ٻئي پلسي | 2 پٽ<br>هڪ ڌيءُ | 2 سسون<br>هڪ ٽڻان | 2 مرد<br>هڪ عورت | شهباز،<br>بو علي سينا.<br>رابعا بصري |

درجي بندي ڪريو: (استاد، مرشد، امام، ليڊر)، (دعا، دوا، صدقو، خيرات) (ميوو، ماکي، مکڻ، پکي)، (حلوو، زردو، ڪڙاهي، روسٽ)، (زالون، جنڙيون، پريون، حورون).

| | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | اخلاق | علم | بخت | ڪارتوس | سيد | پاڻي | انصاف | عقل | مسخرو |
| 10 | حسب | عمل | تخت | سفارش | پير | تيل | امن | زبان | شاعر |
| 100 | دولت | طاقت | حسن | دابو | زميندار | بجلي | روزگار | قلم | اديب |
| 1000 | صحت | اٽڪل | شڪر | رشوت | سيلستان | گئس | واپار | ترار | رياضي |

هن ڪتاب ۾ ”انگن ۽ عددن جي راند“ آهي.

ذهانت کي تيز ڪرڻ لاءِ ڪتي سوال آهن، ڪتي پيٽ آهي، ڪتي ابجد بہ آهي تہ رياضيدانن بابت بيان بہ آهن.

ٻولي اها زرخيز چئبي آهي جنهن ۾ هڪ مقصد لاءِ گهڻا لفظ استعمال ٿين (ڀلو، سنو، واهہ جو آ)، (چاڪ، خوش، تندرست، چڱو ڀلو) ۽ هڪ لفظ جا گهڻا مطلب نڪرن جيئن ”ڪنڊ“ ذات بہ آ، شگر بہ آ، واهہ ڪي بہ لڳي تہ ڌرتيءَ جا بہ (ايشيا، يورپ، آفريڪا....) يا ”هار“

گلن جو بہ، شڪست لاءِ بہ ۽ هاري چڏڻ لاءِ بہ.

انگن ۾ بہ ساڳيون خوبيون آهن. يعني ڪنهن بہ ڏنل هڪ عدد کي گهٽڻ طريقن سان لکي سگهبو ۽ هڪ نموني سان لکيل انگ جا گهٽا ملهہ ٿيندا.

جهڙوڪ: انگ 9 کي مختلف بنياد وارن سرشتن ۾ هيٺين ريت لکي سگهبو:

$9=(10)_9 = (11)_8 = (12)_7 = (13)_6 = (14)_5 = (21)_4 = (100)_3$

ليڪ ٽڪر 2 پر ڪنبون ڪڏهن1، ڪڏهن 2، ڪڏهن 4 تہ ڪڏهن ٻڙي ٿاهن.

ساڳئي طرح ليڪ ٽڪر 2 پر نشانيون مختلف عملن لاءِ:

= (برابر)، + (جوڙ)، x (ضرب)، x (ڏهہ)، // (پورو چوٽ ليڪون)، (ننڍو آهي)، < (وڏو آهي)، 1 1 (ڊٽرميننٽ، مقدار يا ڊيگهہ).

تيليون 6 پر تڪندا ڪڏهن 1، ڪڏهن 2، ڪڏهن 4 تہ ڪڏهن 0.

(واٽون ويهہ ٿيون ڪهہ جاٽان ڪيهي ويا)

100 جا ملهہ بہ مختلف آهن.

$(100)_2 = 4, (100)_3 = 9, (100)_4 = 16, (100)_5 = 25, \ldots$

Show me the person (base) I will show the rule (value).

"جهڙو ديس تهڙو ويس" ائڪٽنگ، حليو ۽ ڊريس فلم يا ڊرامي جي سين جي مطابق اختيار ڪبو آهي.

ٻئي پاڱي ۾ اهو بہ بيان ٿيل آهي تہ ڪوڙ، چوري، لالچ، پنڻ، ڪڍڻ، وجهڻ، هٽائڻ، وجهرائڻ، بدلائڻ، بچائڻ، ڪرڻ ۽ ڪرائڻ، قيد ڪرڻ، قتل ڪرڻ، سجدو ڪرڻ، شرڪ ڪرڻ، مارڻ، جوا، جعل سازي، جائز آهن!

انسان گهڻو ڪري سڀ چور، ڪوڙا، لالچي، فقير، مهمان، مسافر، گدا، قاتل، ايڪٽر، عاشق، خليفا، جواري، رشتيدار رانديگر، نشئي، غلام، سياستدان، واپاري ۽ مهاجر آهن.

ڏاهپ ۽ ذهانت جا ڪجهہ دلچسپ انداز بہ آهن، جهڙوڪ:
اهو هيرو ﭘڌايو جيڪو نہ منديءَ ۾ پئي نہ تاج ۾.
اها ڊگري ﭘڌايو جنهن سان نوڪري نہ ملي.
اهو پير ﭘڌايو جيڪو پنهنجن هٿن جي ڪمائي کائي.
اهو مٺو ميوو ﭘڌايو جنهن جو وڻ ڪنهن نہ ڏٺو.
اهو خريدار ﭘڌايو جيڪو بازار ۾ نہ اچي پر نفعو گهڻو ڏئي.
سخي کهڙو پلو، ڪاليج کهڙو پلو، تحفو کهڙو پلو، جج کهڙو پلو.
زياده ثواب ڇا ۾، گناهہ ڇا ۾، اثر ڇا ۾، نشو ڇا ۾، ڪمائي ڇا ۾.
گهڻا مرد ڪير بدلائيندي آهي؟ (فلمي هيروئن، ٻانهي، بازاري عورت)
لالچي انسان ڇا بدلائيندا آهن؟ (ڪرسي، پارٽي، مذهب، ذات، وصيت).
قانون ڪي ڪن نہ (ٻوڙو) پر هٿ ڊگها اٿس.
گڏهہ ڪي سگ نہ تڏهن تہ اٺون هٽندي آهي.
انصاف ڪي اکيون نہ (انڌو) پر ڪرسي مضبوط اٿس (ججن ڪي تہ آهن).
ڏيڏر ڪي پُڇ نہ، عورت ڪي مڇ نہ، ڪنواريءَ ڪي ڪُڇ نہ.
10 ٻار تہ ڪتي ويامي پئي آ، 15 ٻار تہ ڇڙيا گهر،
20 ٻار تہ پولٽري فارم، 0 ٻار تہ اوٺو نپٽو يا سَنڍ.
سينگار لاءِ بہ ڪپي، حسابن ۾ بہ ڪپي!
ڪارو بہ ٺئي، نيرو بہ ٺئي، پيلو بہ ٺئي، وهندڙ بہ ٺئي!
”اڌ مسلمان آهيان“ شراب پيئندو آهيان پر سرئر نہ کاوان.
”اڌ ٻڌ آهيان“: مسلمانن ڪي ماريندو آهيان پر جيتن ۽ درندن ڪي نہ.
اميد آهي تہ ليکڪ پنهنجي زندگيءَ جي تجربن، خوشين ۽ شڪايتن ڪي آئنده بہ ظريفانا ۽ لطيف انداز ۾ پيش ڪندو رهندو.

پروفيسر اعجاز علي صبوح پوٽو
شعبہ رياضي
سابق استاد پبلڪ اسڪول
لطيف آباد حيدرآباد

# تمهيد

هن ڪتاب لکڻ جو مقصد حسابن ڪي جنن جي ٻولي ۽انگن اکرن کي مٿي جو سور سمجهندڙن لاءِ انگن جو ٻولي، اکرن، شڪلين ۽ عملي استعمال ٻڌائي شوق پيدا ڪرڻ آهي.
انگن مان عدد ۽ حساب ته انگي حسابARITHMETIC
انگن ۽اکرن مان حساب ته آلجبرا (ALGEBRA)
شڪليون ته جاميٽري.
انگ، اکر ۽ شڪليون ته آلجبرڪ جاميٽري.
علم ۽ تجربو، طاقت ۽ اٽڪل، صورت ۽ سيرت، حسن ۽ جواني، تخت ۽ بخت، دعا ۽ دوا، سخا ۽ قناعت، صبر ۽ شڪر، گڏوگڏ ڪين.
جيئن ڪير ۽ پتَ ڪنجڻي ،ڏال ۽ پت ڪچڻي تيئن انگ ۽ ذهانت ته ڇهري ڇنٽي.
اکرن کي انگن ۾بدلايو ته ابجد ۽ڪوڊ(CODIFICATION )
مثلاً: حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم لاءِ 92، حضرت علي لاءِ 110، رام لاءِ ...... بسم الله لاءِ 786.
جاميٽري جي شڪل لاءِ صرف انگ ٻه ٽي سگهن ٿا ۽ انگ ۽ اکر ٻئي ٻه.
عددن جي علم کي "رياضي جي راڻي " ۽ رياضي کي "سائنسي علمن جي راڻي" چوندا آهن. اهڙين راڻين جو راجا ڪير ....؟ محل ڪٿي....؟خدمت گارن بدلي پاڻ خدمت ڪن.
عدد ڪن مدد، انگ لڳائين رنگ يا هڻن ڏنگ، حساب ڪن لاءِ قصاب.
ڪتاب جي پهرين ڀاڱي ۾ رياضي ۽ رياضدانن جي باري ۾ ٻڌائڻ سان گڏوگڏ انگن جو ٻوليءَ ۾ استعمال، اصطلاح ۽ ڪجهہ ممڪن يا ناممڪن ٻڌايا ويا آهن.
5 بادشاهہ رهندا: 4 تاس جا هڪ انگلينڊ جو(شطرنج وارا 2 وسري ويا).

5 ذريعا علم جا: درسگاهه، خانقاهه، سفر، غاريا فڪر، جهنگ يا فطرت.
ڪن لاءِ انگ 3 نياڳو ته ڪن لاءِ 13، سڪن لاءِ 12.
1 کان وٺي 9 تائين انگن جو هڪ دفعو استعمال ڪري جادوئي چورس (MAGIC SQUARE) ناهبو آهي. ان ۾ ڪل 9 خانا آهن. هر قطار، ڪالم ۽ اريب ۾ موجود ٽن انگن جو جوڙ 15.
axb ۽ bxa ڪڏهن برابر ڪڏهن نه.
60 ۽ ٽي ويهون برابر نه آهن پر هڪ جهڙا آهن (Equivalent).
$\frac{1}{2}$، $\frac{2}{4}$ ، $\frac{3}{6}$ پاڻ ۾ برابر نه آهن پر هڪ جهڙا آهن.
گول ۽ گولي ۾ فرق آهي. نيم قطر ۽ رداس ۾ به فرق آهي.
ڪنهن به گول جو رداس هڪ ٿيندو آهي پر قطر لامحدود ٿيندا آهن.
ڪڏهن هڪ پيلو ٻن کان، ڪڏهن يڪو پيلو ڍهلي ۽ بادشاهه کان.
ڪن سياستدانن کي 2 منهن ته ڪن کي 10 (ڏهيسر) پر رياضيدانن کي فقط هڪ.
رياضيدان ڏندين ڏاند يعني ڪنهن ٻئي علم جا محتاج نه.
راندين ۽ ٻولين جا موجد به رياضيدان.

## ناممڪن:

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | مرغي | تلوار | قبر | ڪائنات | نوڪر | زال | مريد |
| 2 | ملان | مياڻ | مردا | خدا | مال | مڙس | مرشد |
| 1 | پاڙ | پير | ٻار | ليڪ | گولي | امام | پير |
| 2 | پير | جوراب | مٽرون | چيڙا | رائيفلون | مسجدون | پيڙيون |
| 1 | پٽو | مٽو | ڏاند | ڦيٿو | گول | ليڪ ٽڪر | رڪعت |
| 2 | رانديگر | ٻار | گاڏيون | سائيڪلون | رداس | ماپون | سجدا |
| 1 | پيلو | مٽ | نماز | بانگ | رات | ملڪ | جهاز |
| 2 | شينهن | گدرا | بانگون | نمازون | چنڊ | بادشاهه | ڪئپٽن |

## ممڪن

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | ملڪي | ڪار | فرض | شڪل | زنا | سال | ڏک |
| 4 | ٻٻا | ڦيٽا | رڪعتون | پلسا | شاهد | موسم | رنسون |
| 1 | چوٽ | مڙس | شاگرد | ڪرسي | ڏولي | مهينو | راند |
| 4 | چريا | زالون | استاد | پلوا | ڪٽنڊڙ | هفتا | رانديگر |
| 1 | شهرِ | شهر | شاعر | رسالو | لٽ | جيت | نماز |
| 7 | ٽڪريون | پيٽ | زبانون | سُر | رنگ | ڪاهون | رڪعتون |
| 1 | ٻور | تعلق | نڪاح | حياتي | هاٿي | ميربحر | خواب |
| 7 | پٽيون | طريقا | ڦيرا | ڏاڪا | انڊا | ٻائر | ٻور |

**سنڌي ٻولي ۾ انگن جو استعمال:**

10 دنيا 70 آخرت، تڪڙ جا 13 صبر جا 16، نہ ٻن ۾ نہ ٽن ۾، نہ ٽن ۾ نہ تيرنهن ۾، ڏاچي لهي 10 تہ توڏو لهي 13، نوڪنڊي، ٽڪنڊو، چورس، 13 تال 16 سينگار، نئين ڪنوار 9 ڏينهن،60 تہ ڪڻ لٽ، جهڙو 60 تهڙو 3 ويهون، اسي تہ مت ڪسي، چنڊو چنڊي ڪي 100ڪوهہ تي ڳولهي لهي، 29 راتيون چور جون هڪ رات پاڳئي جي، سوناري جا 100 ڏڪ لوهار جو هڪڙو ڏڪ هڪ اڌ ۾ ٻيو پنڌ ۾، اڌ ڪي چڏي سڄي ڏي نہ پڄجي، نيم ملان خطره ايمان.

اڌ: حج، زال، نڪاح، حصو، پنڌ، ڏڙي، صدي.

اڌ سيد اڌ ڪوري، اڌ ٻروچ اڌ سنڌي، اڌ شيخ اڌ پنهور.

اڏائي: قدم، ٻار، زالون، سسون، قلندر.

ڏيڍ: چانورن جي ديڳڙي الڳ پچائڻ.

پاءُ اٽي جو هرڪو ڪائي، پائيءَ پلو مهانگو.

لک مبارڪون، هزار داستان، سو بسم الله، سوپيري، لک مير لکيدر، هزار خان، ڪروڙي لعل، ست پائي، ٽہ پائي.

3۽ 3 ڪڏهن 6 ته ڪڏهن ٻڙي، ڪڏهن 9 ته ڪڏهن هڪ، ڪڏهن 27 ته ڪڏهن 33.

2 ۽ 2 ڪڏهن 4 ته ڪڏهن ٻڙي، ڪڏهن 22 ته ڪڏهن 1.

**انگريزي ٻولي ۾انگن جو استعمال:**

ONE BY ONE , THREE IN ONE , DOUBLE DUTY, DOUBLE MIND, A STICH IN TIME, SAVES NINE, NERVOUS NINTY, A BIRD IS BETTER THEN TWO IN THE DEATH , ONCE IN A BLUE MOON, ELEVENTH HOUR ,ONCE MORE, FIFTY-FIFTY, 100 PERCENT, SEVEN IS HEAVEN, MILLINER, FORTY, FEMALE AND FATTY (DANGEROUS), ZERO POINT ,ZERO HOUR.

**اردو ۽ فارسي ۾ انگن جو استعمال:**

يک نه شد دو شد، دوشنبه، دوزانو، دورنگي، دوسنت، دوپٽو، الف ليليٰ.

نو سے پردہلا، نواسی، دودن کی چاندنی، بارہواں کلاڑی، بارہ سنگھا، بارہ دری.

GOD MADE THE NUMBERS, REST IS THE WORK OF MAN .

**0 ۽1 جوجوڙو تمام قيمتي آهي.**

جيئن جست ۽ ٽامو گڏجي ته پتل ٿهي ، گڏھ ۽ گهوڙو گڏجي ته خچر ٿئي، سون ۽ ڦيٽ گڏجن ته زيور ٿهن، زال ۽ مڙس گڏجن ته ٻار ڄمي تيئن 0 ۽ 1گڏجن ته ڪمپيوٽر جو عمل شروع ٿئي.

ياد رهي ته انگن جا رنگ ۽ اثر دائمي آهن اهي وقت، جڳهہ، مذهب، ملڪ، ٻولي، نسل ۽چمڙي جي رنگن جي قيد کان آزاد آهن.

ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ ذهانت وذائٹ لاءِ ڪجهه ذهني آزمائش ۽ ڏاهپ ڀريا سوال پيچيل آهن.

ذهانت بازار جي وٿ نه آهي قدرتي ڏات آهي .پر ڪن مصنوئي طريقن جهڙوڪ خال ڀريو، درست جواب ڳولهيو، MCQ ٽيسٽ، ٽڪرن مان آڪاٽيون ٺاهڻ، اختصار ڪرائڻ، مضمون نويسي،

درخواستون ۽ خط لکرائڻ، بيت بازي ۽ تقريري مقابلن ذريعي ذهانتَ وڌائي سگهجي ٿي.

ARTIFICIAL INTELLIGENCE، وار گيمز. شطرنج ۽ تاس راند وسيلي بہ دماغ تي چڙهيل ڪٽ لهي سگهي ٿي، جئين چرين ۽ ڪاتن ڪي روات هٽي تيز ڪبو آهي.

ڏاهپ بہ تمام ضروري آهي(STRENGTH AND CLEVERNESS) .

ٻلي کي گهنڊڙي ڪيئن ٻڌجي ....؟ شينهن کي پڃري ۾ يا جن کي بوتل ۾ ڪيئن بند ڪجي ....؟ هاٿي کي ڪيئن تورجي، ڌرتيءَ جو وچ ڪٿي آهي....؟ آسمان ۾ تارا ڪيترا آهن ....؟ خواب جي تعبير ڪيئن بيان ڪجي ....؟ خدا کي ڪيئن سڃاڻجي ....؟ ڪوڙن ڪرامتن يا تاريخي قصن جي لاءِ کهڙي ڪسوٽي استعمال ڪجي....؟ ٺڪيٺ ۽ نوڪري ڪيئن ونجن....؟ طاقتور دشمن کي بنان هٿيار ۽ جنگ جي ڪئين شڪست ڏجي ....؟ (DIVIDE AND RULE)

خواب ڪهڙا ڏسجن. نڪ ڪنهن جو ڊگهو.؟

ڇا ڇا جائز آهي....؟ انسان ۾ ڪهڙيون خوبيون ۽ خاميون آهن.

ڏاهپ ۽ ذهانت ٽيسٽ ڪرڻ لاءِ سوالن جو نمونو.

اهڙيون ٽڪون ٻڌايو جن کي هر ڪو چئي.

اهو ماستر ٻڌايو جنهن کي اٺين ڪلاس جي جاميٽري ايندي هجي.

اهو ڏاهو ٻڌايو جيڪو 6 تيلن مان 4 پور پاسا ٺڪندا ناهي.

اهو سياسي ليڊر ٻڌايو جيڪو ڪنهن بہ آمر جو پٺيلو يا مددگار نہ رهيو.

* وڏي ڪان وڏي سزا ٻڌايو.

اها راند ٻڌايو جنهن ۾ گهٽا رانديگر زخمي ٿيندا آهن.

هڪ ڪن ڪٽ تہ ٻُٽو ٻئي ڪن ڪٽ تہ انڌو بہ (ڪيئن؟)

ٽي ڪن تہ حڪيم!

هڪ اک تہ ڪاٺو، ٿي اڪيون تہ عالم ڪيئن؟)
هڪ ڄنگهہ تہ وڻ يا ڪنيو، ٻي ڄنگهون تہ ڇا؟
هڪ هٿ تہ چور، ٻي هٿ تہ عالم يا ڪاريگر (ڪيئن)؟
ڪن کي ڄنگهون نہ بہ تيز ڊوڙن ڪن کي چار تہ بہ هلڻ کان لاچار.
ڪيسن ۾ بہ بندوق ۾ بہ! جبلن تي بہ فلمن ۾ بہ!
ڪرڻ جائز آ: چوري (ڪتابن جي، نفلي عبادتن جي، نظرن/پيار جي).
قتل (دشمن جو، باغي جو، مرن جو، زاني جو).
ڪاپي (ٻيا بہ ڪن ٿا، استاد پڙهائن نہ ٿا).
قيد (نڪاح ۾، پيار ۾، ڪوٺن ۾، بوتل ۾ پڃري ۾، پيٽ ۾.
تصوير ۾، موبائيل ۾، تصور۾).
گرم (ڪيسو، مٽ، بسترو، بازار، ڪمرو، پاٽي/ ڇانهہ، هٿ).
سفارش (نوڪري لاءِ. سڱ لاءِ، معافي لاءِ، بدلي لاءِ، مارڪن لاءِ).
جعلسازي (ريسرچ ۾، ويزا ۾، دوائن ۾، مطلبن ۽ ذاتين ۾، وصيتن ۾).
جماع (زال سان، ٻانهي سان، متعي بعد).
حساب، پسند، تڪڙ، تجربو، پيٽُ، مقابلو، ريس، ويچار،
حملو، شڪر، شڪار، صلح، سخاوت، اٽڪل، آزاد.

# فهرست

# پاڱو پهريون: انگن جا رُنگ

## باب پهريون: انگ، رياضي ۽ رياضيدان

0، 1، 2، 3، 4، 5، 6، 7، 8، ۽ 9 کي "انگ" چوندا آهن. انگن مانِ وري عدد ٺهندا آهن،پٿر جي دورجي انسان آڱرين تي ڳڻڻ شروع ڪيو، عددن مان ڪي سچا ڪي پڳا، ڪي مثبت ڪي منفي، ڪي اکي ڪي ٻڌي، ڪي مرڪب ڪي مفرد، ڪي حقيقي ڪي خيالي.

انگ پڙهبا بہ آهن، لکبا بہ آهن، مارِبا يا ملائبا بہ آهن.
ڪن انسانن جي انگ انگ ۾ انگ سمايل هوندا آهن.
0 ۽ 1 جو جوڙو ڪائنات جي رازن کي کولي ٿو (ڪمپيوٽر).
خدا انگ ٿاهيا باقي ڪم انسانن جو.

عددن کي عام طور ڏهائي بنياد ۾ لکبو آهي پربہ بنياد، پنج بنياد، 8 بنياد وغيره ۾انهن کي لکي سگهبو آهي.

انگ ڏيکارن رنگ سيکارن ڍنگ!
ڪن کي هٽن ڏنگ تہ ڪن کي وجهن ونگ
ڪن سان ڪن جنگ تہ ڪن جو پئين ننگ
ڪن لاءِ علم جو دنگ تہ ڪن کي ڪن تنگ
ڪن کي هٽن سنگ تہ ڪن لاءِ چڙ پنگ
ڪن کي پارائن رِنگ تہ ڪن کي بنائن ڪِنگ

رياضي آهي"سائنسيٰ علمن جي راڻي" ۽ بيا علم آهن سندس محتاج.
(Theory of numbers) عددن جو علم آهي "رياضيءَ جي راڻي".

رياضيءَ جون ٽي مکيہ (بنيادي) شاخون آهن. انگي حساب (Arithmetic) يا عددن جي سائنس، آلجبرا يا اکرن جي سائنس ۽ جاميٽري يا شڪلين جي سائنس. ٻيون شاخون

Calculus، ٽرگناميٽري، شماريات، مڪئنڪس، ويڪٽرس، قالب، سيٽ، ابجد، Analytical Geometry وغيره بعد ۾ موجود ۾ آيون. ابجد وسيلي اکرن کي انگن ۾ بدلائبو آهي. مثلاً بسم الله لاءِ 786، رام لاءِ 241، محمد لاءِ 92، علي لاءِ 110. تعويذن ۽ بيتن ۾ ابجد جو استعمال codification وانگر آهي. آلجبرڪ جاميٽري ۾ وري شڪلين کي انگن ۽ اکرن ۾ ظاهر ڪبو آهي. مثلاً $x=2$ هڪ ٽپڪي (point) لاءِ، $y=mx+c$ هڪ ليڪ لاءِ، $x^2+y^2=r^2$ هڪ گولي لاءِ. $x^2+y^2+z^2=r^2$ هڪ گول لاءِ، ساڳيءَ طرح هڪ $r=2$ هڪ گول لاءِ،$\emptyset=30^0$ هڪ ڪنڊ جي ماپ لاءِ استعمال ڪبو آهي.

رياضيءَ جي فارمولن جي اها خوبي آهي ته اهي وقت (Time)، جڳهه (place)، مذهب، ملڪ، ٻولي ۽ روايتن جي قيدکان آزاد آهن.

## (الف) رياضي جا ڪجهه نقطا:

(1)نيم قطر ۽ رداس ۾ فرق آهي. رداس اسڪئلر (scaler) آهي ۽ نيم قطر ويڪٽر آهي. ڪنهن به ڏنل گول جو رداس هڪ (Unique)پر نيم قطر لامحدود آهن.

(2)مساوات ۽ آئڊنٽي يا حقيقت ۾ فرق آهي(Eqation & Identity)

مساوات $x^2=4$ درست آهي صرف $x=2$ ۽ $x=-2$ لاءِ پر

آئڊنٽيٽي $COS^2\emptyset + Sn^2\emptyset=1$ درست آهي $\emptyset$ جي هر هڪ ملهه لاءِ.

(3)$\sqrt{X}$ ۽ $(x)^{1/2}$ ۾ فرق آهي: $\sqrt{X}$صرف مثبت ملهه ڏيکاريندو (هڪڙو). پر $(64)^{1/2}$ جا ٻه ملهه آهن 8+ ۽ 8-

(4)60 ۽ 3 ويهون برابر نہ آهن پر هڪجهڙيون آهن. مثلاً 60 روپيا هڪ ڏينهن ۾ ۽ 20 روپيا ٽي دفعا ۾ فرق آهي.

(5)2 X ½ ۽ ½ X 2 پاڻ ۾ برابر نہ آهن پر هڪجهڙا آهن (Equal and Equivalent). بہ اڌ ۽ ٻن جو اڌ مختلف آهن. مثلاً 2 ٻڪريون هجن تہ انهن جو ½ لهڻ سولو آهي پر ٻڪرين جا 2 اڌ لهڻ ممڪن ئي نہ آهي.

(6) ٽڪنڊي جي ڪندن جو جوڙ $180^0$ نہ آهي پر اهو سنڌس ڪندن جي ماپ جو جوڙ آهي.

(7) axb ۽ bxa پاڻ ۾ ڪڏهن برابرٿيندا آهن تہ ڪڏهن نہ.

(ب) ننڍيو ٻلو آ وڏي ڪان.

1 ٻلو آ ٻن ڪان (مالڪ، خدا، امام، مرشد، پيءُ)

60 ٻلا آهن تہ ويهن ڪان (گڏ ملن تہ).

70 ٻلا آهن 100 ڪان: وزن (ڪلو گرام) ٻار هجي تہ.

100 ٻلا آهن 1000 ڪان (ريال، رپيا).

5 سيڪڙو ٻلو آهي 10 سيڪڙي ڪان (وياج ڀرڻ).

يڪو ٻلو آهي نولي ۽ ڏهلي ڪان (تاس راند ۾).

چوڏهين ٻلي آ اٺاويهين ڪان (چند رات).

28 ٻلا آهن 31 ڪان پگهاردارن لاءِ (مهينن ۾ ڏينهن).

2 ٻلا آهن 12 ڪان (ٻڪريءَ جا ٻبا سوئر ڪان).

(ت) ڪڏهن ڪيئن ڪڏهن ڪيئن.

ٻن ليڪ ٽڪرن مان ڪڏهن هڪ ڪنڊ، ڪڏهن 4 ڪنڊون تہ ڪڏهن هڪ ڪنڊ بہ نہ نهي.

ٽن ليڪ ٽڪرن مان ڪڏهن 3 ڪنڊون، ڪڏهن 8 تہ ڪڏهن هڪ بہ نہ ٺهي.

ٽن ليڪ ٽڪرن مان ڪڏهن هڪ ٽڪنڊو، ڪڏهن پنجن ٽڪرن مان 2 ٽڪنڊا، ڪڏهن 6 ليڪ ٽڪرن مان 4 ٽڪنڊا (هڪ جيترا پاسا).

 انگن جا رنگ ۽ ذهانت

ڪڏهن 5 رپين جي غلطي 50 رپين جي غلطي کان بہ وڏي. (10 رپين مان يا 1000 رپين مان)

(د) <u>عجيب خاصيتون</u>: (1) چورس ۽ ڪعب ڪرڻ سان ڪن عددن جو ملهہ گهٽجي يا قِسم بدلجي.

غير ناطق عدد ڦري ناطق ٿين يا منفي عدد ڦري مثبت ٿين.

مثلاً $\left(\frac{1}{2}\right)^2 = \frac{1}{4}$، $\left(\sqrt{2}\right)^2 = 2$، $\left(-5\right)^2 = 25$، $\left(\frac{1}{2}\right)^3 = \frac{1}{8}$

(2) جوڙ ۽ ضرب ڪرڻ سان ڪڏهن ملهہ گهٽجن.

مثال: 5- ۽ 10- جو جوڙ 15- ۽ 5- کي 3 سان ضرب تہ 15-.

(3) لا محدود $\infty - \infty = \infty$ و $n\infty = \infty$ و $\frac{\infty}{n} = \infty$ و ........

(4) ساڳئي عدد کي مختلف انداز ۾ لکڻ: مثلاً

$$(5)_{10} = (101)_2 = (12)_3 = (11)_4 = (10)_5$$

$$(8)_{10} = (1000)_2 = (22)_3 = (20)_4 = (13)_5 = (10)_8$$

(0، 1) ويڪٽر j کليل وٿي،ڪمپليڪس نمبر i ۽ y محور تي هڪ ٽبڪي کي ڏيکاري ٿو.

مساوات X=3 هڪ وسعت ۾ هڪ ٽبڪي کي، ٻن وسعتن (plane) ۾ هڪ ليڪ کي، ٽن وسعتن (space) ۾ هڪ مٿاچري کي ظاهر ڪري ٿي.

(ث) ابجد جي استعمال جو بهترين مثال سک مذهب جي باني گرونانڪ اسلام جي پيغمبر حضرت محمد صلعم جي شان ۾ بيت چيل آهي.

هر <u>عدد</u> کو <u>چو</u> گن کرلو، <u>دو</u> کو اس میں دو بڑھائی

(4x+2) = 2 + (4x) ← (x)

<u>پوری</u> جوڑی کو <u>بیج</u> گن کرلو، <u>بیس</u> اس سے <u>بھاگ لگائی</u>

20x+10 (وندڙ20 سان)

باقي بچي کو | نو گن کرلو، دو کو اس میں دو بڑہائی

(10) 9x10=90 + (2) = 90+2=92

گرونانک یون کہے، ہر شئے میں محمد کو پائی

<u>رياضيدان</u>: جيئن راڳ روح جي راحت آهي، الله جو ذڪر دلين جو سڪون آهي، صدقو مصيبتن جو توڙ آهي تئين رياضي دماغ جي فرحت آهي.

جيئن مسخرا ڪلائن، ذاڪر روئاڙن، خطيب ديڇارن، ناچو ۽ ائڪٽر دل وندرائن، تيئن رياضي دان ذڪين يا ظاهري طرح ناممڪن مسئلن ڪي حل ڪن ٿا، مثلاً $x^2+y^2$ جا جزا لهڻ، 998 ۽ 103.05 جهڙن عددن جو چورس يا ڪعب لهڻ، غير ناطق عددن$\sqrt{2}$ $\sqrt{2}$ وغيره جيتري ماپ جا ليڪ ٺڪر ڪيڻ،

جيئن ناول نگار مُردن جي وات ۾ لفظ وجهندو آهي، آمر جيئرن جي وات ۾ مگ وجهندو آهي، جادوگر ڪيسي مان ڪبوتر يا سيهڙ ڪيندو آهي، خليفو پيرن بابت ڪرامتون ۽ قصا گهڙيندو آهي، تئين رياضي دان جبلن ۽ وڻن جون اوچايون ۽ درياهن جي ويڪر لهڻ سان گڏ مستقبل بابت اڳ ڪٿيون ڪندو آهي (Fore casting) .

سراغ رساني ۽ جاسوسي لاءِ قالبن وسيلي عمل ڪرڻ، پاليسي سازي، تفريح ۽ جنگي تربيت لاءِ رانديون (شطرنج)، وڏيڪ نفعو حاصل ڪرڻ، خريداري لاءِ آرڊر جي سائيز ۽ وقت جو تعين ڪرڻ به رياضيدانن جي ڪارنامن ۾ شامل آهي.

ادب، امن، فزڪس، ڪيميا ۽ اقتصاديات لاءِ تہ نوبل انعام آهن پر رياضيءَ ڪي راڻيءَ جو نالو ڏئي خوش ڪيو اٿن (انڌي پوندي ۾ خوش).

رانديگرن، مسخرن ۽ اڪٽرن لاءِ عوام دعا گهرندو آهي تہ اسان سان گڏ هجن پر رياضيءَ واري استاد لاءِ اسڪولي شاگرد دعا گهرندا آهن تہ بيمار ٿئي يا دوزخ ۾ وڃي.
نور جهان، شيخ اياز، اقبال، غالب، جناح، گانڌي، سچل،پٺائي، ذوالفقار ڀٽو ۽ جي ايم سيد تہ هر ڪنهن کي ياد آهن پر نيوٽن، پيٿاگورس، آرڪمڊيز، رسل ۽ آئن اسٽائين جا نالا ڪيترن ٻڌا بہ نہ هوندا.

# رياضيدانن جي باري ۾ ڪجهه حقيقتون

اسڪولي شاگردن ۽ پبلڪ جي نظر ۾ رياضيدان خشڪ مزاج، سخت گير، خالي ذهن ۽ عجيب غريب شخصيت وارا هوندا آهن. هڪ سازش تحت مسلمانن کي سائنسي علمن جي راڻي (Mathematics) کان پري رکڻ لاءِ رياضيءَ کي "جنن جي ٻولي" چيو ويو تنهن ڪري سنڌ ۽ پاڪستان خواه عرب ۽ عجم ۾ گذريل چند صدين اندر ڪو ناليوارو رياضي دان پيدا نه ٿي سگهيو.

پوري دنيا اندر انگن اکرن ۽ شڪلين جي سائنس يعني آلجبرا ۽ جاميٽري جي ماهرن کي نه ڪڏهن شهنشاهه بڻايو ويو، نه نوبل انعام جو حقدار سمجهيو ويو ۽ نه وري سندن تخليقات Formula \Theorem جي ڪا رائلٽي ڏني وئي. الٽو اهو مشهور ڪيو ويو ته ملائڪ ۽ عام آدمي دعا گهرندا آهن ته بهترين رانديگر، مسخرا ۽ ائڪٽريس جنت ۾ وڃن پر اسڪولي شاگرد چوندا آهن ته شال ڏاهپ جي ٽن معيارن جا ماهر دوزخ ۾ وڃن (جو ته انهن ڏکيا فارمولا ٺاهيا آهن).

(الف) رياضيدان/ ٻين عالمن کان هيٺين ريت مختلف آهن:

سياستدانن کي ٻه منهن ٿيندا آهن (هڪڙو اليڪشن کان اڳ ٻيو پوءِ).

ڪن آفيسرن، پيرن ۽ سردارن کي ڏهه منهن ٿيندا آهن (ڏهيسر) پر رياضي دان کي هڪ منهن ٿيندو آهي ۽ زبان جا ٻه اهڙا پڪا ٿين جو 2 ۽ 2 جو جوڙ هميشه 4 ٻڌائيندا.

مسخرن (jokers)جي ٻولي سادي، سولي ۽ دل کي وڻندڙ هوندي آهي ان ڪري اهي عوام ۾ بيحد مقبول هوندا آهن پر رياضي دانن جي ٻولي عام فهم نه ٿيندي آهي.

شاعرن (Poets) جا شعر جهنگ جهر ۾ صدين تائين ڳايا ويندا آهن (ڀٽائي، سچل، سامي، شيخ اياز، فردوس اقبال، غالب).

ناٽڪن ۾ اداڪارن (Actors) طرفان پيش ڪيل ڪي ڪردار ۽ خاڪا ٻه ڏلين ۾ گهر ڪري ويندا آهن مگر رياضي دانن جي فارمولن جي ساراهه ڪو ورلي ڪندو (جيئن هيري جي پرک جوهري ڪري).

ٻين علمن جا ماهر رياضي دانن جا محتاج هوندا آهن مگر رياضي دان ڏندين ڏاند آهن، يعني بي پرواهہ بادشاهہ جيڪي ٻين علمن جي اصل ڪاڻ ئي نہ ڪين (آپڻي گهوٽ تي نشا تيوئي).

رياضي دانن جا قانون وقت، جڳهہ، مذهب، ملڪ ۽ ٻولي جي قيد کان آزاد آهن. مثلن نيوٽن جا حرڪت جا قانون، عيسائن، يهودين، اچن، ڪارن، عربن توڙي چينين سيني لاءِ، ڏينهن جو توڙي رات جو، قبول آهن پر ٻين علمن جا نظريا بدلبا رهندا آهن. ڪڏهن چون تہ ڌرتي ساڪن اهي تہ ڪڏهن چون سج، ڪڏهن چون تہ سڀ گرهہ ۽ ستارا پنهنجي مدار تي مخصوص رفتار سان گردش ڪن ٿا. هڪ علائقي يا مذهب وارن جو هيرو ٻين لاءِ قاتل ۽ لٽيرو.

<u>(ب) رياضيدان ٻين عالمن مثل آهن:</u>

جواري (Gambler) بہ رياضيدانن وانگر علم قياس (Probability) استعمال ڪندا آهن. راڳي بہ رياضيدانن سان وڏو تعلق رکن ٿا. جيئن راڳ روح جي راحت آهي تئين رياضي وري دماغ جو سرور آهي.

عامل ۽ پير بہ علم ابجد جو استعمال دعائن ۽ تعويذن ۾ ڪندا آهن. جاسوسن، سراغ رسانن Intelligence Officers ۽ پاليسي سازن (Decision Makers) لاءِ بہ رياضيدانن جي شاگردي تمام ضروري آهي.

بهترين راندين (شطرنج، تاس) جا موجد بہ رياضيدان هئا، جن تفريح سان گڏ جنگي تربيت (War games)بہ مهيا ڪئي.

ڪمپيوٽر جون بوليون هجن چاهي سائنس جون انهن جا خالق بہ رياضيدان آهن.

جادوگرن وانگر رياضيدان بہ درياهہ کي ڪوزي ۾ بند ڪرڻ يا هڪ ڏک کي لاٽ ۾ تبديل ڪرڻ جو فن ڄاڻيندا آهن.

# باب ٻيون

## بنيادي انگ، 0، 1، جوڙو (1، 0) ۽ متفرقہ عدد

### بنيادي انگ:

(One) هڪ: الله، رسول، قرآن، مالڪ، مڙس، ملڪ، ذات، مذهب، مرشد، ٽِڪ، سپاهي، پيءُ، ماءُ، هڪڙو، هڪ هڪاٽي

One for unity, odd, almghty

(Two) ٻہ: مٺا، چيڙا، پر، ڦيٿا، ٻبا، ڪن، هٿ، اکيون، پير، حدون، منهن،ڄنگهون، چپ، پهر، ٻہ رقمي، دورنگي، ٻہ ٻرار، ٻہ اکيائي، ٻہ طرف، حدون، ٻٽو ٻہ حصا ڪبا تہ ٻہ اڌ ملندا،(جوڙو) ... (ٻڏي)

Two for man, Even, Pair

ٻيگهہ، ٽڙُ، ٻيگهي، ٻچاپڙو، ٻيلهہ، ٻيو، ٻيڻ (Double) ٻڪي، ٻٽو.

(Three) ٽي: طرف يا وسعتون، ٽڪنڊو، ٽڙ، ٽہ ٽڙ (راند)، ٽہ رقمي، ٽرنگي، خدا، هزاري، ٽپائي، ٽہ پتائي ٽہ، وڪڙو پيري، ٽہ هٽي.

Three for woman

ٽباز راند، ٽن کي ٽي اڙيون، ٽيڻ (Triple)، ٽِڪي.

ٽي حصا ڪبا تہ ٽيون پتيون ٿينديون.

چار.(Four): طرف، مندون: ٽنگون، ڪندون، رنگ (تاس جا)، پاسا، وسعتون، الهامي ڪتاب، قل، يار، هزاري، رقمي، پهر، چوباز راند، چوٿون، چئوڻ چونڪي.

هڪ مڪمل چورس $4=2^2=(100)_2$

چار حصا ڪبا تہ چوٿاڙ ملندا (1/4)

(Five) پنج: آگريون، فرض نمازون، رڪن اسلام جا، تن، هزاري، رقمي، هٽي، پير، گُلو

پنج آب، پنج نند، پنج ڪنڊو، پنجو، پنجوڙ، پنج گور، پنج اهل بيت، پنجل، پنجوڻ، پنجوڙ.

پنج درجا پرائمري تعليم، پنج درجا سيڪنڊري تعليم،

$5=(12)_3=(101)_2$

(Six) ڇهہ: پاسا، ڪلما، ڪم جا ڏينهن، ڇڪو، رقمي، ڇڪنڊو، ڇانگرو، شش ماهي.

6 باز راند، شش و پنج، ڇهوڻ، ڇهون.

(مڪمل عدد آهي) 1 x 2 x 3=6=1+2+3

6 for perfect, fix

$6=(110)_2=(20)_3=(11)_5$

ست(Seven): آسمان، زمينون، سمنڊ، براعظم، هفتي جا ڏينهن، بُرج، رنگ (انڊلٺ جا).

7 طبقا جنت جا، سَر،سُر، سورميون، قرائتون، قيزا، جنم،رشي طعام.

ست پائي، 7 پيئلو، ست آبو، ست لج، ست آوڙو، عجائبات، هزاري، پُڙيو، پتيون(قرباني).

ستوڻ، ستون، 7 for Heaven, Success دال وانگر.

اٺ (Eight): پهر، پيادا، اٺوڳ، اٺاس، اٺاڙ (Octant)، اٺ ڪنڊو.

اٺڙيو، اٺ اپا، اٺوڻ، اٺون.اٺ هڪ مڪمل ڪعب آهي.

$(1000)_2=(13)_5=(8)_{10}=2^3=(20)_4=(10)_8=(10)$

(Nine) نَو: نٽ (راند)، رتن (اڪبر بادشاهہ جا) نوڪنڊي، نوشيروان، نومڙيا، نوتال.

نهلو، نوروز (جشن)، نائين زيرو، نائن اليون،

9 for knowlege, power ful. $9=3^2=(100)3=(14)5$

9 هڪ مڪمل چورس آهي.

# ٻڙي (زيرو)

ٻڙي (Zero) 0: زيرو، ٻڙي، خالي، ڪجهہ نہ .Origin, nothing, null

1.ڏنل حقيقي عدد جي ساڄي پاسي ٻڙي رکبي تہ ملهہ وڌندو ڪاٻي پاسي رکبي تہ فرق نہ پوندو.

مثال: 34 بدلي 340 لکبو تہ ڏهائي سرشتي مطابق ملهہ ڏهوڻ ٿيندو. پنج بنياد سرشتي مطابق ملهہ پنجوڻ ٿيندو.

$(34)_5 = 4+(3x5) = 4+15=19$

$(340)_5 = 0 + (4x5)+(3x5^2)=0+20+75= 95= 19 x5$

$(11)_2$ بدلي $(1100)_2$ لکبو تہ ملهہ چئوڻ ٿي ويندو.

$(11)_2=1+1(1x2)= 1+2=3$

$(1100)_2 =0+(0x2)+(1x4)+ (1x8)= 0+0+4+8=12=3 x4$

2.ڏنل حقيقي عدد کي ٻڙي سان ضرب ڪبي تہ ضرب اپت هميشہ ٻڙي ملندي.

$X x0=0, \frac{N}{0} =\infty, \frac{0}{0}$ is undefined

ٻڙي کي ٻڙي سان ونڊ ڪبي تہ جواب نامعلوم ملندو.

3. ڏنل عدد ۾ 0 جوڙ ڪرڻ يا اُن مان 0 ڪٽ ڪرڻ سان ان عدد تي ڪو اثر نہ ٿيندو.$x+0=x=x-0$

4. 0 ڪانسواءِ ڪنهن بہ ٻئي عدد جي سگهہ ٻڙي هجي تہ جواب 1 ٿيندو.$X^0=1$

5. 0 ويڪٽر بہ ٿيندو آهي ۽ 0 قالب بہ ٿيندو آهي.
عددي نظام يا لاگرٿم ۾ بنياد ٻڙي نہ ٿيندو آهي.
زيرو مئٽرڪس ۾ موجود سڀ رڪن ٻڙي (زيرو).
نل ويڪٽر جو مقدار ٻڙي (زيرو).
منفرد قالب جي ڊٽرمينٽ جو ملهہ ٻڙي (زيرو).
نل سيٽ ۾ رڪنن جو تعداد ٻڙي.

6.تعلق جا قسم 1-0 يعني هڪ عورت کي ڪو ٻار نہ.
شروع ۾ ڌرتي جي گولي تي ڪو انسان نہ هيو.

7.ڪنهن عدد جي ايڪن واري جڳهہ تي 0 هوندي تہ ان عدد کي 5، 10 ۽ 2 پورو پورو ونڊيندا.

8.ٻڙي جو استعمال:

ياڳ ڏئي پيڙو تہ زيرو مان هيرو

$0^{0}c$ آهي پاڻيءَ جو ڄمڻ پد

0 (زيرو) مارڪون يعني اندو يا انب

0 ميٽر گاڏي (بلڪل نئين)

0 پرابيلٽي يعني ناممڪن يا اڻ ٿيڻي

0 ڪورليشن يعني لاتعلق

0 پرافٽ يعني نفعو بلڪل نہ

ٻڙي: قرض، بچت، خرچ، ڪمائي، مارڪون

ڦڙي ڦڙي تلاءَ ٿئي پر ٻڙيون ڪيتريون بہ جوڙ ساڳي ٻڙي ملندي.

ڪيسا خالي، ڪمائي ڪجهہ نہ، ملڪيت نہ. (ٻڙي)

## زيرو (Zero) ڪجهه به نه

| | |
|---|---|
| ليڪ ۽ گول ڪي مٿا نه، | ڳاڙهي بازار ۾ ڪا |
| ڪنڊون نه | ڳاڙهي عورت نه |
| گلال، ڪوسو، سومرو، | عورتن کي ڏاڙهي نه، |
| مهر، ڪرل ۽ ڪوڪر ۾ | مردن کي ساڙهي نه |
| ٽپڪو نه (ذاتيون) | آيت کي رد نه، پيار کي پد نه |
| مصر، دادو، مدراس، | لالچ کي حد نه، ڪِول |
| سکر ۽ رُڪ ۾ ٽپڪو | کي قد نه، |
| نه(شهر) | روح کي لِڱ نه |
| انسان ۽ جانور جا انڊا | گنهه ۽ ڪوڙ کي سڱ نه |
| نه (پَرَ به نه) | ڏيڏر کي پُڇ نه، |
| گهانگهٽ کي ڪنڊا نه | عورت کي مڇ نه |
| دل، آنڊا ۽ ڦڦڙ کي هڏا نه | نانگ کي ڄنگهون نه |
| سُڪيءَ تي ڏيڏر نه | ڪنواريءَ کي زبان نه |
| (مڇيون به نه) | انصاف کي اکيون نه |
| حورن ۽ ملائڪن کي ماءُ نه | قانون کي ڪن نه |
| پکين ۽ مڇين کي کير نه | باهه کي وات نه (ڪاٺي) |
| (پر پچا آهن) | زبان کي ڪاٺ نه |
| آسمان ۾ سوراخ نه (پر | لغڙ کي پر نه، انڌي کي در نه |
| ملائڪ اچن وڃن) | مَردن کي پيٽ نه، |
| محلن ۾ تڏا نه (پر ڦڏا گهڻا) | لوهه ۾ ڦيٽ نه |
| زمين تي حورون نه، | سمنڊ کي موري نه |
| آفريڪا ۾ يوريون نه | پيار ۾ زوري نه |
| فوج ۾ جڏا نه (پر وڏا گهڻا) | پاڻيءَ لاءِ بوري نه |
| قبرستان ۾ چوري نه | اُس ۽ هوا کي چوري نه |

| هڪ (One) | |
|---|---|
| هڪ سان ضرب، ونڊ ۽ پاور تہ ڪو فرق نہ:<br>1 جوڙ سان ملهہ وڌي ۽ ڪٽ سان ڪٽي | $X \times 1 = x = \frac{x}{1}$<br>$x+1>x, x-1<x$ |
| هڪ پلو آ ٻن ڪان (هٿ ۾ هجي)<br>هڪ پلو آ ٽن ڪان (نبي خدا)<br>هڪ زور آ چئن ڪان (1چوٽ 4 چريا)<br>هڪ پٽ پلو آ ٻن ڏيئرن ڪان<br>يڪو پلو آ راڻي ۽ بادشاهہ ڪان<br>هڪ انار صد بيمار<br>هڪ بلبل هزار داستان<br>هڪ رات ياڳئي جي 29 راتيون چور جون<br>هڪ لوهار جو 100 سونار جا<br>سستو روئي بار بار مهانگو روئي هڪ وار<br>هڪ جنهن جهڙو پيو ناهي<br>هڪ تي وڃڻ هڪ منو تيڻ<br>هڪ سري پٽ، هڪ هڪاڻي ڪرڻ<br>هڪ هٿ ۾ ترار ٻئي ۾ بلبل | هڪ اڻ هوند پيو افعال بيچڙا<br>يڪ نہ شد دوشد<br>روم شهر هڪ ڏينهن ۾ نہ ٺهيو هو<br>هڪ اک سان ڏسڻ<br>هڪ ٽنگ تي بيهڻ<br>هڪ ڪن سان ٻڌي ٻئي مان ڪڍي ڇڏڻ<br>زال وڃائي هڪڙي چڪي<br>پهرين اپريل (اپريل فول)<br>پهرين رمضان روزا شروع<br>پهرين شوال عيدالفطر<br>پهرين تاريخ پگهار ملي<br>پهرين نظر ۾ پيار<br>پهرين شادي، نوڪري، پگهار<br>پهريون: پيار، ٻار، يار، سفر، ڏڪ، درجو، استاد، ڪوڙ، پيرو، ڏينهن، پهر<br>ايڪ رانجهو لکان دا مٽ<br>هڪ مياڻ ۾ ٻہ تلوارون<br>هڪ مٽ ۾ ٻہ گدرا |

| | |
|---|---|
| ڪاري ۾ هڪ مڇي | هڪ نظر وجهڻ |
| ڪني ته سڀ ڪنيون | هڪ ذهن جمڻ جو |
| هڪ سوال ٻه جواب | ڪري هڪڙو لوڙي پيو |
| هڪ ٻار ٻه مائرون | هيڪلي هلي وڃان |
| يڪ ساهي، يڪ مشت، | مرد جي زبان هڪ |
| يڪ تارو، يڪ جهتي | تاڙي هڪ هٿ سان نه وڄندي آ |
| يڪ طرفو، يڪ ساهي، | چپڙي هڪ آڱر سان نه وڄندي آ |
| يڪدم يڪ زبان، يڪ راءِ، يڪجا، يڪسان | هڪ ٻئي کان زور، هيڪو ٿو |
| هڪ چٽي نون نقصانن کان بچائي | هڪ هٿ متي کڻڻ |
| هڪ لٽي سو پٽي | هڪ گهر ڏائڻ به ڇڏيندي آ |
| هڪ هار ۾ پوئڻ | هڪ ڪمائي ڏهه کائن |
| هڪ هٿ سان ورهائڻ، | |
| هڪ ٻار ته سڪيلتو | |

# هڪ ۽ رياضي

**(A)1 ۽ 1 مان ڇا ملندو؟**

جوڙ ڪرڻ سان2=1+1 ڪٽ ڪرڻ سان0=1-1

ضرب، سگهہ ۽ ونڊ سان $1x1=\frac{1}{1}=1^1=1$

هڪ جوڙو ٺاهي رکبو تہ وقت گذرڻ سان 3، 4، 5 ٿيندا.

[1 1] هڪ قطار وارو قالب آهي.

گڏوگڏ رکڻ سان يارهن ملندا.

(B) **تعلق جا قسم:** 1-1 يعني 1 زال کي 1 مڙس يا 1 پٽ کي1 پيءُ.

1 پيءُ کي گهٽي اولاد يا 1 پير کي گهڻا مريد.

1 گهڻن نوڪرن جو هڪ مالڪ.

(C) **0 ۽ 1 جو جوڙو:**

0: نہ، ڪوڙ، غلط، ڏي، اونده، فيل، غريب، مونث، خالي، پراڻو

1: ها، سچ، صحيح، پٽ، روشني، پاس، امير، مذڪر، پريل، نئون

0: غائب، برو، عورت، هيٺ، فاني، محدود، ڪاٻو، ڏک

1: حاضر، ڀلو، مرد، مٿي، لافاني، غير محدود ساڄوسک

## متفرق عدد

15: پنجن مان 15 ٽيا، 15 ڏينهن = 1/2 مهينو
25: $(100)_5$ = $25=5^2$، 25 سال تہ سلور جبلي.
25 هڪ مڪمل چورس آهي.
27: $(1000)_3$=$27=3^3$ هڪ مڪمل ڪعب، 27 رجب ليلة القدر.
42: 7 ڇڪا، روڃ، راڙو، بائيتال متل.
52: تاس جا پتا. 4X13، سال ۾ هفتا.
55: پڇپن مين بڇپن. $(210)_5$ =55
56: سنڌي الف ب ۾ اکر. 8 هفتا
80: مٽ ڪسي، ڪوڙا سزا غير شادي شده زاني لاءِ.
80 سال سزا هڪڙي قضا واسطي.
99: تان پلجڻ، پن درجن وارن عددن ۾ وڏو. عدد. 9x11 = (100-1)
92: ابجد جي حساب سان حضرت محمد صلعم لاءِ انگ.
89: نواسي رشتو بہ آهي.89=(1-90)
114: قرآن شريف ۾ سورتون6X19
75: مني صدي، پليٽنيم جبلي$(300)_5$ $_{10}$=(75)
144: قلم لاڳو، 12 ڊزن، هڪ مڪمل چورس = $12^2$،
144 مهينا = 12 سال.
110: قلم بدمعاشن لاءِ.
313: بدر جا اصحابي.
420: ٺڳي، 420 ڏينهن = 14 مهينا، 420 منٽ = 7 ڪلاڪ
786: بسم الله ابجد ۾
360: بت ڪعبة الله ۾، 360 ڏينهن = 12 مهينا،
$360^0$ مستطيل جي چئن ڪندن جي ماپ جو جوڙ.
$180^0$ = 2 گونيون ڪندون (جوڙ U ٽرن يعنيٰ ڦيرو.

## باب ٽيون:2،3۽ 4 ۽ درجي بندي

**ٻه، دو Two**

(الف) ٻه ياد رکڻ واريون هستيون: ماءُ شاديءَ کان اڳ، زال شاديءَ بعد
ٻه ٽولا: سچا دوزخ ۾، ڪوڙا بهشت ۾ (توبهه ڪري).
ٻه تراورون: لوه جي، گوشت جي (وڇوڙو، پيار).
ٻه وفائون: ٻلي جي گهر سان، ڪتي ۽ گهوڙي جي مالڪ سان (معشوق جي عاشق سان).
ٻه لالچون ڪجن: علم، نيڪي (الله جي عبادت).
ٻه هڪ ٻئي جي ڪڍ: ڏينهن ۽ رات، ڄمر ۽ موت.
ٻن قسمن جون غلطيون: ڪوڙ کي سچ ته ٻي ڏوهي. کي سزا، سچ کي ڪوڙ ته ڏوهي آزاد.
ٻه ڪٽڻ:زور سان ڪٽي ته گنڌه شوق سان ڪٽي ته مڙس.
ٻه ڪارتوس: ڪو ماري ڪو سنواري.
ٻن قسمن جا انڌا: ناشتي ۾ واهه واهه، امتحان ۾ ته موچڙا (شاعر يا سياستدان کي ته ڪپڙا خراب).
ٻن قسمن جا جانور: درنده (گوشت خور)، چرنده (سبزي خور). هڪڙا وڙهن (ڪتا) ٻيا سڌن (ڪانءُ).
ٻه روشنيون: هڪ ساڙي ٻي ٺاري (اُس، چانڊوڪي).
ٻن قسمن جا نور: هڪ سان هر ڪو اک ملائي (چنڊ). ٻئي کان هرڪو اک ڦيرائي (سج).
ٻن کان خبردار رهو: دوست کان، مرض کان.
ٻه دفعا نه: ياڳ در کڙڪائيندو، مومن ٻه کان ڏنگبو.
ٻه لامحدود: ڪائنات، بي وقوفي (عشق ۽ الله جي رحمت).
ٻه متا، ٻه پڇڙيون: ڏاڍي جي لٺ ڪي، ليڪ ٽڪر ڪي. ويڪٽر ڪي.
ٻه چنگهون: جوان ماڻهو، پڪي.

ٻہ ٻبا: ٻہ رڍ، ٻڪري، عورت.
(ب) ٻہ ڪپن: تاڙيءَ لاءِ 2 هٿ، چمي لاءِ 2 چپ، شادي لاءِ 2 فرد، نڪاح/ چنڊ لاءِ 2 شاهد، چپٽي لاءِ 2 آگريون، گاڏيءَ لاءِ 2 ڦيٿا راند/ پيار لاءِ 2 رانديگر.
ٻہ ٽہ : ٻہ ٻار تہ جهيڙو، ٻہ زالون تہ چنڊا پٽ،
ٻہ پر تہ پکي، ٻہ چنگهون تہ انسان ۽ پکي.
ٻہ تہ ٻارنهن، ٻہ ڪپن هڪ بيڪار.
ٻہ پائر ٽيون ليکو، نہ ٻن ۾ نہ ٽن ۾.
ٻہ ٻہ ويا تہ 6 ٻہ ويا، جوين ٻہ ٽي ڏينهڙا.
ٻہ **هجن تہ**: خدا، مالڪ، مڙس، ذاتيون، مذهب، عهدا، ٻار، ڊگريون، مرشد، سردار، دماغ.
ٻہ **عدد ڪپن**: جوڙ، ڪٽ، ونڊ ۽ ضرب لاءِ،
جوڙي، سگهہ، مول ۽ ڪمپليڪس عدد لاءِ،
≠، =، >، < ۽ ناطق عدد لاءِ،
پاس ۽ فيل لاءِ، فرسٽ ڊويزن ۽ سيڪنڊ ڊويزن لاءِ.
ٻہ **حدون ڪپن**: پرابلٽي لاءِ (1، 0)، ڪورليشن لاءِ [-1,1]،
سينٽي گريڊ لاءِ [0, 100] ڊگريون فهرنهائيٽ لاءِ [32, 212] .
ڪنڊ ماپ لاءِ [0, 360] ڊگريون، انسان جي قد لاءِ [18,84] انچ،
ٻہ ڪپن: پلين ۾ ٽبڪي لاءِ ٻہ ڪو آرڊينيٽ ڪپن (x,y)، ويڪٽر لاءِ مقدار ۽ طرف يا ٻہ ڪمپوننٽ، پلين ۾ ڪنڊ لاءِ، ٻہ ليڪون، گول ۽ گولي لاءِ مرڪز ۽ رداس ڪپن .
(ت) 1 درياهہ 2 ڪنارا، 1 تير 2 شڪار
1 بادام 2 گورا، 1 مياڻ 2 تلوارون
1 قبر 2 مردا، 1 سج 2 پاچا
1 مرغي 2 ملان،1 ٻيلو 2 شينهن
1 گاڏي 2 ڦيٿا،1 تارازي 2 پڙ
دو: دو آبو، دوپيازو، دو رنگي، دوڪان، دولتي، دوباره، دوگانا، دوچار، دولها دوزانو، دوشيزه، دولت، دوزخ، دونالي،

دوٽوڪ، دونالي، دوراھو، دوست.
ٻه گز ڪفن جو ٽڪر، دودن ڪي چاندني
هڪ هٿ ۾ ٻه ٻوڙي ۾، هڪ هٿ سان ڏي ٻئي سان وٺ،
هڪ هٿ ۾ لوٽي ٻئي ۾ سوٽي،
ٻئي هٿ ڪنن /پيرن/متي/ گوڏن تي،
(ٿ) ٻن باھين وچم، ٻن ٻيڙين ۾ پير ته...
ٻن گھرن جو مھمان بک مري
ملان جي مڏي ٻه ڏنڊ ٽيون تڏي
2 ٽنگو ڦاسڻ، 2 ڦيري سائيڪل
ياڳ 2 دفعا در نه کڙڪائيندو
2 بادشاھ ۽ 2 راڻيون (شطرنج جا)
(ج) ٻن اسمن جي ٻين سان تعلق جا قسم:
ٻن پٽن جو هڪ پيءُ يا ٻه عھدا هڪ وٽ. 2 ۽ 2- آھن 4 جا ٻيا مول.
هڪ مڙس جون ٻه زالون يا هڪ ملڪيت جا ٻه وارث
زال ۽ مڙس جا ٻه پٽ يا اولاد نه.
(ھ) ٻه جائز
**قتل:** درندو، دشمن
حرام کائڻ: شراب، مردار
**شرڪ:** قبو، وسيلو
**تاڙيون:** ليبر جي تقرير، ريسرچ سيمينار
**جعلي ڪم:** مارڪون ڏيڻ، ريسرچ پيپر ۾ نالو وجھڻ
**ذات بدلائڻ:** اقتدار لاءِ، هجرت بعد
**ٻن قسمن جو پيار:** حقيقي، مجازي
**ٻن قسمن جوعلم:** ديني دنيوي

# ٻہ جھلڻ وارا

| | |
|---|---|
| ڏئو جھلي واڻيو ۽ مينهن | ٻک جھلي اُٺ ۽ روزيدار |
| اڄ جھلي اُٺ ۽ ٽري | ڏک جھلي دهل ۽ پولڙو |
| لڱ جھلي ڳئون ۽ ٻڪري | ڏيڪا جھلي سنڌ ۽ ڪدڙو |
| ٻار جھلي ماءُ ۽دائي | بار جھلي مڙس ۽ گڏھ |
| هوا جھلي پکو ۽ جھلي | ٻُور جھلي وڻ ۽ ڦٽ |
| دل جھلي بهادر ۽ عاشق | سار جھلي سردار ۽ ابڙو |
| ڄنگھون جھلي مڙس ۽ ڌڻ وارو | ڏڳ جھلي دوست ۽ دشمن |
| وڳ جھلي ڏٽي ۽ جت | هٿ جھلي ڏاڍو ۽ ڪنجوس |
| ميوو جھلي وڻ ۽ ول | دڙڪا جھلي شاگرد ۽ نافرمان |
| ڌِڪا جھلي فقير ۽ غلام | علم/جهنڊو جھلي بهادر ۽ عالم |
| مار جھلي اُٺ ۽ گڏھ | لٺ جھلي واعظ ۽ فقير |
| گار جھلي بزدل ۽ ڏوهي | رڳ جھلي حڪيم ۽ ڪاسائي |
| اڳ جھلي نڳ ۽ ڏاڍو | پڳ جھلي سردار ۽ پاڳارو |

## 2 ۽ رياضي

2 ۽ 2 مان ڇا ملندو؟

جوڙ، ضرب ۽ سگهہ سان 4 ملندا: $2+2 = 2 \times 2 = 2^2 = 4$

ڪٽ ڪرڻ سان 0 ملندي: $2-2=0$

ونڊ ڪرڻ ۽ لاگرٽم ونڻ سان 1 ملندو: $2/2=1 = Log^2_2$

2 جو جوڙو ٺاهي رکو تہ وقت گذرڻ سان 6، 8، 10، ..... ملندا.

(2،2) هڪ ترتيب ڏنل جوڙو بہ آهي ، هڪ ٽبڪو بہ آهي (پلين ۾)،

هڪ ڪمپليڪس عدد بہ آهي ۽ پلين ۾ هڪ ويڪٽر بہ آهي.

[2 2] هڪ قطار وارو قالب آهي.

گڏوگڏ رکڻ سان ٻاويهہ ملندا. (10 بنياد ۾)

ياد رهي تہ 2 ۽ 2 کي 4 چوڻ واري رياضيدان کي نوڪري نہ ملي.

پوٽا چار ۽ سواچار چوڻ واري شماريات جي ماهر کي بہ نوڪري نہ ملي.

پر ڪامرس واري کي نوڪري ملي ڇو تہ ان چيو تہ مالڪ جيڪو چاهيندو سو ملندو(تنگ نظر نہ پر وسيع نظر ٿيڻ گهرجي).

$2^N$ آهي N ميمبرن واري سيٽ جي سمورن سب سيٽن جو تعداد.

$\sqrt{2}$ هڪ غير ناطق عدد آهي.

 انگن جا رنگ ۽ ذهانت

## ٽي، 3، تين Three

(1) مادي جون 3 صورتون:
(پاڻياٺ) Liquid, (نهري)
Solid ۽ گئس Gas.

(2) عددن جا 3 طريقا:
(واڌو)، ٻڙي (Zero)، ڪاٽو (negative)

(3) ٽي بنيادي ايڪا (ماپ لاءِ):
ڊيگهہ لاءِ سينٽي ميٽر، تور لاءِ گرام، وقت لاءِ سيڪنڊ.

(4) ٽن قسمن جي مار:
ڏنڊو (طاقت) (تراڙ)،
عقل، (قلم) (سازش)
زبان (گار، دڙڪو، طعنو)

(5) مڃائڻ جا 3 طريقا:
زور، زاري، زر(دليل)

(6) حاصل ڪريو 3 شيون:
علم، دولت، عزت

(7) ياد رکو 3 شيون
موت، نعمت، احسان

(8) ٽي ڪپن:
يقين (will power) ڪاميابي لاءِ
هٿيار (Arms) لڙائي لاءِ
رٿابندي (Planning) عمل لاءِ

(9) مشڪلاتن جي حل ڪرڻ جا 3 طريقا:
جادو ۽ ڪارو علم، قرآن ۽ حديث، پير ۽ تعويذ

(1) ٽي "پ" مشهور:
ppp(Pakistan peoples party)

(2) ٽي W مشهور: آمريڪا ۾:
(عورت) Woman، (ڪم) Work Weather (موسم).

(3) ٽن قسمن جا دوست:
زباني، ناني، جاني

(4) ٽن قسمن جون غلطيون مشهور:
(تجرباتي) Random Error
(ماپ، خيال)Personal Error
(اوزارن سبب)System Error

(5) ٽي "ن" مشهور: (ڳولڻ)
نان، نوڪري، نڪاح.

(6) معلومات بابت ٽن قسمن جا علم:
Collection, Presentation, Analysis

(7) مسئلي کي ڏسڻ جا ٽي انداز:
وچولو طريقو، منفي انداز، مثبت انداز

عورت جون 3 خوبيون:
حسن، مال، اخلاق.

(8) قائداعظم جا 3 فرمان:
Unity, faith, Disiplin

(9) ڪنٽرول ۾ رکو 3 شيون:
(A)زبان، دل، تلوار

(10) ٽن حالتن ۾ سڀ جائز:
عشق، جنگ، امتحان
(11) ٽن حالتن ۾ پردو ختم:
(A) جنگ، فساد، تعليم/ پيرسني
(B) ٻوڏ، زلزلو، برسات
(12) ٽي شيون ڪپن:
سمهڻ لاءِ بسترو (چنڊڻ)
کائڻ لاءِ طعام (چکڻ)
صحي لاءِ پڙهڻ
(13) گردن جون ٽي صورتون:
متي ڪٽڻ: ظالم ٽتا ڏين
جهڪائڻ: دين نہ ڏئي
ڪٽائڻ: بهترين صورت
(14) ٽہ پائي، ٽہ ڦيري سائيڪل،
ٽہ باز راند
(15) پيغام رساني جا 3 ذريعا:
ٽپالي، ڏوتي، ڪبوتر (اڳي)
خط، فون، نيٽ، ٽوئيٽ (هاڻي)
(16) ٽي ٽُٽن ٽہ:
رڪارڊ ٽٽي تہ وري نهي
شيشو ٽٽي تہ ڳنڍجي
دل ٽٽي تہ مشڪل ڳنڍجي
(17) عمر جا 3 حصا:
پهريان 20 سال ماءُ پيچي
ٻيا 20 سال زال پچي
ٽيان 20 سال قرضدار پچن
(18) لائسنس جا 3 قسم:
ڊرائيونگ، هٿيار، نگاهہ ناز جو

(B) اک، پيٽ، لالچ
(10) الله جا انسان تي 3 انعام:
اناج رکي تہ ڪيڙا
مردو رکي تہ بدبو
جوان نياڻي ويهاري تہ خواري.
(11) آسمان مان 3 شيون.
گهٽو، ڏاچي، الهام.
(12) رشتن جا 3 قسم:
1-1,1-many, many-1
هڪ جو هڪ سان، هڪ جو گهڻن سان، گهڻن جو هڪ سان
(13) معلومات حاصل ڪرڻ جا 3 طريقا:
اکيون، مهانڊا، جاسوس (ڏوتيون)
(14) علم حاصل ڪرڻ جا 3 طريقا:
درگاهہ، درسگاهہ، سيرسپاٽو
(سيرو في الارض)
(15) عبادت جا 3 طريقا:
بت پرستي، قبر پرستي، پير پرستي
(16) ڏسڻ لاءِ 3 اوزار:
ڪئميرا، دوربين، خوردبين
(17) ٽي ڪپن: طاقت لاءِ ٻڌي، فتح لاءِ اتڪل، ايمان لاءِ يقين.
(18) ٽي ڪپن: پيار لاءِ دل، سوچ لاءِ دماغ، منزل لاءِ ارادو.
(19) ٽي اشارا: گجي تہ نہ وسي،

(19) 3 خوبيون جانورن جون:
بهادر شينهن وانگر
مضبوط هاٿي وانگر
چالاڪ لومڙي وانگر
(20) 3 خاصيتون جانورن جون:
وفا گهوڙي / ڪتي وانگر
وير اٺ/نانگ وانگر
صبر گڏهه وانگر
(21) هڪ ميوو 3 رنگ:
لباس سائو، بدن ڳاڙهو
پيٽ ۾ ڪاريون پٿريون
(22) هڪ ميوو 3 خاصيتون:
پيٽ ۾ پاڻي، پيٽ ۾ پٿر،
بدن تي وار
(23) 3 ڦاٽن: پيٽ ته ڍڪجي
ڪپڙو ته سبجي.
وات ته چتي نه لڳي
(24) 3 ڪٿي ملن؟ (دوست وچڙن ته):
علم درسگاهه ۾ يا صوفي وٽ
دولت محلات ۾ يا بلسبر وٽ
عزت ڪٿي به نه.

پونڪي ته نه ڏاڙهي،
خاموش ته نه ڪاوڙجي.
(20) انسان جا خالي ته:
(A) پيٽ خالي ته: شيطان جو گهر،
دماغ خالي ته: شيطان جو آکاڙو،
ڪيسو خالي ته: ملڪ جو والي.
(B) خزانو خالي ته بڪ،
گهر خالي ته ديون حوالي،
برتن خالي ته وڄن گهڻو.
(21) 3 رشتا: ڇوڪري لاءِ:
20 سالن کان ننڍي ته ڪيئن آهي؟
30 سالن کان ننڍي ته ڇا ڪندو آهي؟
30 سالن کان وڏي ته ڪٿي آهي؟
(22) 3 آزمائشون: عقل مند لاءِ ڪاوڙ، بهادر لاءِ لڙائي،
دوست لاءِ ضرورت.

## چار (Four)

4 **سبب جنگ جا (چارز):**
**زر، زن، زمين، پاڻي يا زبان**
4 **هنر:** پڙهڻ، ترڻ، تير هڻڻ، سواري
4 **ڪسب:** کيتي (سرسيتي)
واپار (وڏندڙ)، نوڪري (نيچ)، پنڻ (بيڪار)
4 چريا اچوت، 4 ٻار تہ مڪمل توازن.
4 **ٻيا تہ:** مينهن، ڳئون، گڏھ، ڏاچي.
4 **ڄنگهون تہ:** ننڍو ٻار، چوپايو، کٽ، ڪرسي
4 **زالون تہ:** مڪمل سڪون،
4 رنسون تہ چونڪو
4 ڄنگهون پر گهمڻ کان لاچار (کٽ، ڪرسي)
**چار سونهري اصول:**
خاموشي ڪاوڙ لاءِ، نرمي اثارٽي لاءِ،
سادگي دولت مند لاءِ، ايمانداري غربت لاءِ،
4 **قيامتون:** اصلي، شوخ زال، ٻار گهڻا، پُٽ نہ.
4 **موسمون:** امتحان، اسٽرائيڪ اليڪشن، وئڪيشن
4 **حصا ڪمائي جا:** پاڻ تي خرچ، کوھ ۾ اڇلڻ،
قرض لاھڻ(والدين)، قرض ڏيڻ (اولاد)
**دانائيءَ جا چار معيار:**
انگي حسابArthmetic ، اقليدس Geometry
علم هيئت Asrtronomy،راڳ (Music)
4 **وستعون(Dimenstion):** ڊيگهہ، ويڪر، اوچائي، وقت
4 **پاوا حڪومت جا:** پارليامينٽ (آئين)، انتظاميہ، عدليہ، پريس.
4 **موجود هجڻ جا قسم:**
مٿان (Above)، هيٺان،(Below)، اندر(In)، ٻاهر(Out)
**شاديءَ لاءِ 4 قدم:** جوڙا آسمانن تي، نڪاح مسجد ۾، تياري

بيوٽي پارلر ۾، وليمو هال ۾.
ٽپڻ ڏيڻ وارا 4 جاندار: چيلو، سانهن، مرغ، جهرڪ
4 غلطين ڪرڻ وارا انسان: ايماندار: غلطي ڪري ته مڃي،
طاقتور: غلطي ڪري نه مڃي
سياڻو: نه غلطي ڪري نه مڃي
مڙس: غلطي نه ڪري به مڃي
4 ڪپڻ: شاهد زنا لاءِ
وٽ ڪپڻ: 1 ڪلو، 3 ڪلو، 9 ڪلو، ....، 27 ڪلو (40 ڪلو تورڻ لاءِ)
مرد ڪپڻ: جنازي کي ڪلهو ڏيڻ لاءِ
نوڪر ڪپڻ: ڪنوار جي ڏولي ڪڻڻ لاءِ
4 اکري لفظ ڪپڻ: طلاق، قبول (نڪاح لاءِ)
ڦيٿا ڪپڻ: ڪار، بس، ٽرڪ
ڪلاس (نوڪري): ڪلاس ون، ٽو، ٿري، فور
ڊويزن (امتحان ۾): فرسٽ، سيڪنڊ، ٿرڊ، فيل
گريڊ (امتحان ۾): D,C,B,A
4 قسم ڊگرين جا: تعليم جي، بخار جي، ڪنڊ ماپ جي، پيارپا ڪاوڙجي
4 شريعتون: حنفي، مالڪي، حنبلي، شافعي (سنين جون)
4 طريقتون: قادري، چشتي، نقش بندي، سهروردي.
4 رڪعتون فرض: ظهر، عصر، عشا
4 اکيون: ٻه قدرتي ٻه عينڪ
4ڪ: ڪير، ڪڏهن، ڪهڙو، ڪٿي
4 سوال چرچل جا: تعليم، عدليه، ثقافت، اعتماد
4 سوچون: سياست آ طاقت، مذهب آ عقيدو، فلسفو آ خيال، سائنس آ تجربو/مشاهدو.
عورت جا 4 روپ: ڌيءُ، ڀيڻ، زال، ماءُ (سس، نڻان)، (سالي، ڏيرياڻي).
مرد جا 4 روپ: (پٽ، پيءُ)، (مڙس ڀيءُ)، (سهرو، نياڻو)، (سالو، ڏير).
نظرون 4 ڪرڻ، چار چنڊ لڳائڻ
چاچي جي گهر 4 مهمان اسان جو ڇا.

چگائي ڪي 4 ڳٽي هٽجن موچڙا.
جيڪا چئن چگن جي صلاح.
چار چنيسر ٻه پوپليون.
چار پينر (آگريون) هڪ ياءُ ( آگوٺو).
چارئي واهون چڪن تڏهن سوڍا سيڻ ڪجن.
گهر ۾ 4 زالون منهنجي هڪ به نه: ابي جي، ڏاڏي جي، ملمي جي، چاچي جي.
لفظ چار جو استعمال: آچار، لاچار، پچار، اڪيچار، خبر چار، اُچار، ٻه چار، قاچار، سچار، چارج، چارجر، چارڪول، چارسده، چار باغ، چار امام سچا، چار ڪتاب سچا.
چار طريقا جواب ڏيڻ جا: زبان سان، قلم سان، ترار سان، اشارن سان.
اهڙا 4 جن جون پنجون نه: (موسمون، الهامي ڪتاب)
اهڙا 3 جن جو چوٿون نه: عرش، ڪرسي، قلم
4 سان پورو ونڊجڻ لاءِ: ايڪن ۽ ڏهاڪن تي مشتمل عدد کي ڏسبو.
4 دڪا = آنو، 4 پايون= 1 پيسو،4 پائليون= 1 رپيو
4 آنا = 1 پاءُ،4 پيسا = 1 آنڪي
4 پاءُ= اسير،4 آنڪيون = 1 پائلي
چو: چوباز، چوبرجي، چوبڪيو، چوٽاڙ، چوٽنگيو، چوٻول، چوپچو، چوپڙ راند، چوپڙي، چوطرف، چوڪت
چوڪور، چوڪندو، چوڪڙي، چوگرد، چوڪنيو، چوياري، چوقيرو چوواٽو، چوڏڳي، چوديواري، چوڏاري، چوماسو، چومکي، چورنگي، چورس، چوراهو.

## چئن جو ٽولو

(1)الله، آرمي، آمريڪا چوٿون عوام.
جنهن سان گڏ سو حاڪم دوام.
(2)سردار، زميندار، امير چوٿون پير.
گڏجن پاڻ ۾ تہ ڪليو پيئن کير.
(3)زور، زاري، زر چوٿون پيار.
نہ هوندا تہ ڪيئن ٿيندي تيار.
(4)روزا، نمازون، زڪواة چوٿون حج.
ادا ڪري تہ ٿئي جج يا پائي گج.
(5)انڊي، منڊي، وڏي چوٿون جڏي.
اهڙي ملي تہ وڃاءِ تڏي ڪاڄ هڏي.
(6)مُڪ، ٺُڪ، ٻَڪ چوٿون چَڪ،
اچا ٻہ نہ مڃي تہ هٿوس ڏڪ.
(7)اکر، شڪل، جڳهہ چوٿون انگ.
جنهن سجاتا ان کي لڳو رنگ.
(8)حسن، نخرو، جواني چوٿون فن.
جنهن وٽ هجن سو ميڙي ڌن.
(9)ڊگري، تجربو، هنر چوٿون ڀاڳ.
جنهن وٽ هجن تنهن کي ڏجي واڳ (ڪرسي).
(10) راڳ، لاڳ، ساڳ چوٿون داڳ
جنهن وٽ هجن سو صرور موٺي ماڳ (ٻي هنڌ مزو نہ)
(11) ڳن، ان، تن چوٿون گن.
جنهن وٽ هجن سوگهري ڏن (عجب آ).
(12) ڊيگهہ، ويڪر، اوچائي چوٿون وقت.
لاڳو آهن جاندارن سان هر وقت.
(13) گهَر، زال، پٽ چوٿون ٻني.
پوءِ ٻہ گهري مني ۽ هني (پنندڙن ڪان).

(14) دعا، دوا، ڦيٽو چوٿون جادو.
اجا بہ فائدو نہ تہ وڃ دادو (صدقو بہ آزماءِ).
(15) جن، ديو، ڀوت، چوٿون پري.
سايو پيو تہ ويندو ڪري (يا مري).
(16)رشوت، ڀڙوت، دوڪو چوٿون ملاوت.
انهن جي بخشش لاءِ ڪجي تلاوت.
(17) هٺ، منهن، دماغ چوٿون پير
جنهن جا صاف اهو آ سير (نہ اٽس ڪو مير)
(18) نوري، آبي، خاڪي چوٿون ناري
خالق ڪي سڀ مخلوق آ پياري(ڀلي هجي ڪاري)
(19) دل، پيٽ، زبان، چوٿون اک
جنهن ڪيا قابو تنهن لڌا لک(ڇڻ ڪاڏائين ڪک)
(20) اڇي، ڳاڙهي، ڀوري، چوٿون ڪاري
جيڪا هجي ڏاري ان سان رک ياري (عمر ساري)
(21) پڙهڻ، ترڻ، تير هڻڻ چوٿون سواري
ننڍي هوندي نہ سکيو تہ وڏي هوندي خواري
(22) زنا، جوا، شراب چوٿون ڪوڙ
نہ ڇڏيندو تہ ٽيندو ڏوڙ
(23) اٽو، لٽو، اجهو چوٿون ڏٿو
اهي هجن تہ گهر ٽٿو نہ تہ ڪڻ وٺو
(24) ادب، علم، عقل چوٿون عمل
اجا بہ ڪٽل تہ سکي رمل
(25) دولت، حسن، طاقت چوٿون تخت
انهن سيني ڪان ڀلو آ بخت (باڊي سخت)
(26) زر، زن، زمين چوٿون پاٽي
انهن لاءِ ڪجي هڪ هڪائي
(27) نر، هر، تر چوٿون ور، انهن بنا ڪيئن ملي ڦر
(28) لڪت، قبضو، شاهد چوٿون حق

انهن هوندي نہ ڪندو ڪو شڪ
(29) نظروت، لمسوت، بوسوت چوٿون گڙپوت
اجا بہ ڪپي ڪو پيو ثبوت
(30) Arithmetic , writting, Reading چوٿون هيئت
چارئي هجنس تہ ڪجيس بيعت.
(31) ڪمپيوٽر، زبان، قلم چوٿون ترار
انهن بنان نہ اچي قرار
(32)بجلي، گئس، پئٽرول چوٿون پاٽي
جنهن وٽ هجن سو وني راٽي.
(33)جلسا، اسٽرائيڪ، ڪيس چوٿون ڏرٽو
اجان بہ ڍئونہ ٿيئس تہ ڪري پرٽو
(34) ماڪي، مکڻ، مڇي چوٿون پڪي
وڏيڪ گهرجي تہ وڃي لکي.
(35) داہو، سفارش، رشوت چوٿون ڪاپي
پوءِ بہ "اي" گريڊ نہ ڏئي تہ آهي پاپي
(36) ڊگري، ميرٽ، تجربو چوٿون رشوت
پوءِ بہ نوڪري نہ ملي تہ ڪجي پڙوت
(37) سردار، پير، مير چوٿون قاضي
پر ٽڪيٽ تڏهن ملي جڏهن ادو/ ادي راضي
(38) ورڪر، ڏانڊلي، نعرا چوٿون نوٽ
اجا بہ شڪ تہ وجهرائي ڪوڙا ووٽ
(39) ٻولي شهر، مذهب چوٿون ذات
(40) اجا بہ گهرج تہ بدلايو ذات
ويزا، صوابديدي پاور، ڪاپي، چوٿون ڪوٽا
وڏيڪ پستي لاءِ سُوٽا ۽ گسٽا

## چئن ائٽمن جي درجي بندي (1، 10، 100 ۽ 1000)

1)اخلاق تہ 1 مارڪ، حسب نسب بہ تہ 10 مارڪون،
دولت بہ تہ 100 مارڪون، صحت بہ تہ 1000 مارڪون.
حسن، دولت ۽ حسب نسب آهي پر اخلاق نہ آهي تہ 1 ڪيي
ڇڏيو باقي ٻڙيون ڪنهن نہ ڪم جون.

Character lost every thing is lost

”هڪ تندرستي هزار نعمت“.

2)علم تہ 1 مارڪ، عمل بہ تہ 10 مارڪون،
طاقت بہ تہ 100 مارڪون، اٽڪل بہ تہ 1000 مارڪون.
”علم بنان اوندهہ آهي“.

3)خاندان تہ 1 مارڪ، سخاوت بہ تہ 10 مارڪون
اولاد بہ تہ 100 مارڪون، دوست بہ تہ 1000 مارڪون.
”خاندان ضروري آ“

4)بخت تہ 1 مارڪ، تخت بہ تہ 10 مارڪون،
حسن بہ تہ 100 مارڪون، شڪر بہ تہ 1000 مارڪون.
”بخت واري وٽ تخت ۽ حسن هوندو“.
شڪر واري کي وڏائي ڏيڻ جو واعدو الله پاڻ ڪيو آ.

5)ڪارتوس تہ C گريڊ، سفارش تہ B گريڊ،
دابو تہ A گريڊ، پئسا بہ تہ پوزيشن.
ڪارتوسن وسيلي ڪاپيءَ ۾ ڪجهہ لکڻ بہ ضروري آ.
”نہ عيسيٰ نہ موسيٰ بڙا پير پيسا“.

6)سيد تہ 1 مارڪ، پير بہ تہ 10 مارڪون،
زميندار بہ تہ 100 مارڪون، سياستدان بہ تہ 1000 مارڪون.
سيد ميرو بہ پنج سيرو.
”غير سيد کي مشڪل سان وڏو مجبو“.

7)پاڻي آ تہ 1 مارڪ، تيل بہ آ تہ 10 مارڪون (ملڪ ۾)، بجلي
بہ آ تہ 100 مارڪون، گئس/ ڪوئلو بہ آ تہ 1000 مارڪون.

پاڻي بنان هر ڪو پريشان.
"پاڪستان جي ڳالهه نه ڪبي".
8) انصاف ته 1 مارڪ، امن به ته 10 مارڪون (ملڪ ۾)، روزگار به 100 مارڪون ۽ واپار به ته 1000 مارڪون.
"انصاف نه هوندو ته امن ۽ روزگار بيڪار".
9) حڪيم آ ته 1 مارڪ، حافظ به آ ته 10 مارڪون، قاري به آ ته 100 مارڪون، غازي / حاجي به آ ته 1000 مارڪون.
بغير لڙائي لڙڻ جي غازين کي زمينون ۽ پلاٽ ملندا آهن.
حڪمت يعنيٰ دانائي ضروري آهي.
10) مزدور/ هاري ته 1 مارڪ، ڪمدار ته 10 مارڪون، بادشاهه آ ته 100 مارڪون، پانهي / غلام ته 1000 مارڪون.
گولي جاگولن جي تنهن جو تيءَ غلام (آقا جو).
(10A) عقل اٿس ته 1 مارڪ، ترار جو ماهر ته 10 مارڪون، قلم جو ماهر ته 100 مارڪون، زبان جو ماهر ته 1000 مارڪون.
"زبان جو اثر قلم کان وڌيڪ ۽ قلم جو ترار کان وڌيڪ".
ترار جو ڦٽ ڇٽي وڃي پر زبان جو مهڻو نه وسري.
عقل اٿس ته دشمنن کي پاڻ ۾ ويڙهائي بغير ترار جي فتح حاصل ڪري. نقل لاءِ به عقل کپي.
عقل نه هوندو ته پنهنجي قبر پاڻ کو ترار سان کوٽيندو کو قلم سان کو زبان سان ته کو ڏندن سان
عقل جي مار به بين سيني مارن کان خراب.
11)مسخرو ته 1 مارڪ، شاعر به ته 10 مارڪون،
اديب به ته 100 مارڪون، رياضي دان به ته 1000 مارڪون.
"مضمون، شعر يا حسابن ۾ مذاق نه ته بيڪار".
12) وڪيل ته 1 مارڪ، سردار ته 10 مارڪون،
ليڊر ته 100 مارڪون، جرنيل ته 1000 مارڪون.
راڄن، ورڪرن ۽ عوام کي بيوقوف بڻائڻ لاءِ دليل ته کپن.
13) شرڪ ته 1 مارڪ، بت ته 10 مارڪون،

عَلم تہ 100 مارڪون، مزار تہ 1000 مارڪون.
دل ۾ شرڪ هوندو تہ ٻيون واٽون وٺبيون.
14) توحيد تہ 1 مارڪ، روزا ۽ نمازون تہ 10 مارڪون.
زڪواة بہ تہ 100 مارڪون، حج بہ تہ 1000 مارڪون.
عمل تڏهن قبول ٿيندو جڏهن هڪ کي مڃبو.
15) پيار تہ 1 مارڪ، دوستي تہ 10 مارڪون.
محبت تہ 100 مارڪون، عشق تہ 1000 مارڪون.
ٻيا سڀ پيار جا ئي مختلف قسم آهن.
16) وفا تہ 1 مارڪ، سونهن تہ 10 مارڪون،
خدمت تہ 100 مارڪون، راڻي تہ 1000 مارڪون (دل جي).
وفا کانسواءِ سڀ بيڪار.
17) آئين تہ 1 مارڪ، قانون تي عمل بہ تہ 10 مارڪون، اليڪشن بہ تہ 100 مارڪون، وصيت/ وراثت بہ تہ 1000 مارڪون.
آئين ۾ ٿي معطل هجي يا جمهوري بادشاهت هجي ڪو فرق نہ پوندو.
18) ماءُ /سس آ تہ 1 مارڪ، پيءُ/ سهرو آهي تہ 10 مارڪون،
ڀائر آهن تہ 100 مارڪون، ڀينر/ ساليون آهن تہ 1000 مارڪون.
”ماءُ يا سس خاندان جو بنياد آهن“.
خوش نصيب آهن اهي جن کي سالا ۽ ساليون بہ آهن.
19) زال/ مڙس آ تہ 1 مارڪ، پٽ / داماد آهن تہ 10 مارڪون،
ڌيءُ/ ننهن آهي تہ 100 مارڪون، پوٽا آهن تہ 1000 مارڪون.
ساٿي کانسواءِ زندگي گذارڻ ڏکي آهي.
خوش نصيب آهن اهي جن کي ڏوهٽا ۽ پوٽا بہ آهن.
هن ڪتاب جي پڙهندڙن کي گذارش آهي تہ هيٺ ڏنل چئن اسمن جي پاڻ درجي بندي ڪن:
ٻني، وني، مال، محل.
ميوو، ماکي، پڪي، مکڻ.
بيماري، ٻوڏ، طوفان، زلزلو.
لکڻ، پڙهڻ، ترڻ، سواري.

انسان، جن، ملائڪ، ديو/ پريون.
سئنڊل، وِگ، ساڙهي، بيوٽي پارلر.
واعظ عابد، زاهد، صوفي
ائڪٽر، ڊانسر، سمگلر، ماڊل.
ايجنٽ، ڀڙوو، سيڪريٽري، ادو/ادي.
گوشت، مڇي، دال، سبزي.
حلوو، زردو، برياني، ڪڙاهي/روسٽ.
دعا، دوا، صدقو، خيرات
تبليغ، جهاد، انقلاب، /دهشتگردي.
استاد، مرشد، امام، ليڊر
درندو، چرندو، پرندو، ترندو.

# باب چوٿون: 5، 6، 7، 8، 9 ۽ 10

## 5، پنج، پانچ، Five

5 بادشاھ رھندا:
چار تاس راند جا، پنجون انگلينڊ جو
(ھہ بادشاھ شطرنج راند جا بہ رھندا)
5 "گ" مشھور: (ملتان جا)
گرمي، گرما، گِرد، گور، گدھا
5 "م" ميھڙ جا مشھور:
مکڻ، ماکي، مائو، مينڌي، مائي
5 نوبل پرائيز:
امن، ادب، ڪيميا، علاج، طبيعات
(Peace, Literature, Chemistry, Physics, Medicine)
پنجن ڀائرن جي ھڪ زال: پانڊو (شڪنتلا).
پنج "W":علم حاصل ڪرڻ لاءِ:
(ڇو) Why،(ڪڏھن) When، (ڇا)What ، (ڪٿي) Where،(ڪير)Who .
5 بنياد وارو عددي سرشتو: 0، 1، 2، 3 ۽ 4 استعمال ٿيندا.
پنج جو استعمال:
پنجن آڱرين جو زور لڳائڻ.
5 آڱريون برابر نہ ٿينديون آھن.
پنج ئي آڱريون گيھہ ۾ مٿو ڪڙاھي ۾
پنج الله جا گنج، سيد ميرو بہ پنج سيرو.
مٿان آيا چار ڪتاب پنجون آيو ڏنڊو.
حڪومت جو پنجون پائو.
پنج منٽ اڳتي تہ؟ پوئتي تہ؟
وڪيل جي غلطي تہ اصيل پنج فوٽ مٿي ٽنگبو.
ڊاڪٽر جي غلطي تہ مريض 5 فوٽ ھيٺ پوربو.
ھڪ مينوو اِن ۾ 5 ڊزن داٽا (ڪلاڪ) ھرداٽي جو وزن ساڳيو.

هڪ وڻ ۾ 5 ٽاريون هر ٽاريءَ ۾ پن گهٽ وڌ (نمازون)
5 انڌا مطلب جا: لالچ، شهرت، شهوت، طاقت، حسن
5 بادشاهتون: عالم تہ مدرسو، پير تہ درگاهہ، زميندار تہ ڳوٺ. ڪامورو تہ شهر، ڏاڙيل تہ ٻيلو (ڪامريڊ تہ... ادو تہ...)
5 اجايا: ڦاسڻ کانپوءِ ڦٽڪڻ، گپ ۾ گهڙڻ ۽ ڦهنگن کان بچڻ، نوڪري کانپوءِ نخرو، رٽائرمينٽ بعد رعب، ڦرجڻ بعد دانهون.
پنجن مان پندرهن ٿيا ائين ٿا وڙق ورن.
عشق جا 5 قسم: طبعي، روحاني، مادي، مجازي،حقيقي
ڪنهن مهيني ۾ 5 آچر
پنج وڏيڪ مهلڪ: (زهر، مچر)، (نانگ، ڀئو)، (شينهن، ڪاوڙ)، (تلوار، قلم)، (تير، زبان).
پنج ڪاٽڻ خراب: قسم، دوکو، قرض، پرايو مال، ڀڙوت.
پنج ذريعا علم جا: درسگاهہ (ماءُ، اتساهہ، ماحول)، خانقاهہ (مرشد، خليفو، مسجد)، سفر (مشاهدو)، غار (غور، فڪر، سڪون) جهنگ (پکي، وڻ، جانور، ڏاڙيل).
پنج آهن ڇهون نہ: فرض نمازون، رڪن اسلام جا، آگريون، تن.
پنج سيلاني: حاڪم، فقير، چور، رپورٽر، سيلر.
پنج کلن: بخت، باند، در، تالو، اکٽ

## 6، ڇهه Six

6 ت: تعليم، تدريس، تحقيق، تقدير، تنقيد، تخليق
6 رنگ: اڇو ته امن، ڳاڙهو ته خطرو، سائو ته آباد ۽ سرسبز
ڪارو ته غم/ماتم، پيلو ته بيماري، نيرو ته ...
استعمال: ٻه ٻه ويا ته ڇهه ٻه ويا، ڇهه ڇهه پيسا ٻه ٻه پايون.
ڇهه ڦيرو روالور، ڇهن ويلن وارو ٽرالو (Six wheeler)
ڪتي جو پيچ 6 مهينا ٽڙ ۾ ته ٻه سڌو نه.
ٻڪري ڏڪي 6 مهينا
ٻار جي ڇٽي ڇهن ڏينهن بعد.
انسان جي پسند 6 شيون:
ماکي (مکين جي ٿُڪ)، مشڪ (هرڻ جي مر)،
پَٽ (ڪيڙي جي ٿُڪ)، پُٽ (منيءَ مان) زال، گهوڙو.
6 برا نتيجا: نامرد سان سنگت، عورتن مان مشورو، برن سان دوستي،
دوکي باز تي اعتبار، وڏن ماڻهن سان رشتو، بي وقوفن سان بحث.
6 ناممڪن: پير ڏن نه گهري، درويش ذڪر نه ڪري،
ڪرڪيٽر سنو نه هٽي، موالي ينگ نه گهري، ڊڪٽيٽر
تابعداري نه گهري، آفيسر ڪميشن نه گهري.
6 نوڪون: ترار، قلم، سُئي، زبان، حسن، آلت
6 نسخا: ڊگهي عمر لاءِ قرض ونجي (ڏيڻ وارا دعائون گهرندا)
ٿوري عمر لاءِ رود جي وچ تي بيهجي يا گهمجي،
خوش رهڻ لاءِ الله جو ذڪر ڪجي.
ياري قائم لاءِ تحفا مٽا سٽا
مهمان کي پيچاڻڻ لاءِ ان کان قرض گهرجي،
ياد رهڻ لاءِ گهرجون پوريون ڪجن.
جاميٽري: 6 هڪ مڪمل عدد آهي: ڇو ته سندس جزن جو جوڙ به 6 آهي،

$$6 = 1+2+3$$

ڪعب ۽ ڪعب نما کي 6 پاسا ٿيندا آهن.
پور پاسو ڇڪندو ۾ هر ڪنڊ $72^0$ جي آهي.

6 هڪ جيترين ليڪ ٽڪرن مان 4 پور پاسا ٽڪنڊا ٺاهي سگهجن ٿا.(Tetrahedron)
راند: 6 رنسون ته ڇڪو لوڊي راند ۾ به ڇڪو. تاس ۾ به ڇڪو. ڇڪو لڳڻ جو مطلب آ ياڳ کلڻ.
انسان کي 6 حس آهن: سنگهڻ چکڻ ڏسڻ ٻڌڻ سمجهڻ ڇهڻ
6 ماسا= 1/2 تولو، 6 ڪلاڪ = ½ ڏينهن، 6 مهينا=اڌ سال ڇشيون = 1/2 درجن، 6 انچ= ½ فوٽ.
6 غلط ڪم: پير، مير، شاعر، ائڪٽر ۽ ڳائڻي تي اعتبار:
ڪدڙا، ڏوتيون ۽ غير مرد گهر آڻڻ:
طاقتور، ڪمزور ۽ تجربيڪار سان وڙهڻ:
وڏن، ننڍن، سهڻن، ڪوجهن، ڊگهن ۽ بندرن سان گهمڻ:
افواهه ڦهلائڻ، بغير ثبوت يقين ڪرڻ.
6 ڪان بچجي: انڌو شاعر وڪيل، ڊاڪٽر سپاهي ۽ حسابن جو استاد
6 خطرناڪ عمل: ڏسڻ بنان ها ڪرڻ، چکڻ بنان کائڻ، پڙهڻ بنان صحي ڪرڻ، چنڊڻ بنا سمهڻ، آزمائڻ بنان اعتماد، ٻڌڻ بنان فيصلو.
6 خوش: (انڌي، پونڊي)، (ٻوڙو، گار)، (گونگو، ميچ)، (فقير، پنڻ)، (ملازم، رشوت)، (يار، فون).

## ست، 7، Seven

(1) 7 بيٺ وينس شهر، 7 ڪاهون ڪوريئڙي جون
7 جبل/ٽڪريون روم شهر، 7سمنڊپار
7 پائر مورڙي مير بحر جا، 7 ڪوٺا ڪائي حج تي هلي (ٻلي)
7 طبق روشن، 7 سَرَ پچن، 7 سُريون ٻڌائڻ
(2) 7 ٻنان والدين: (آدم، حوا، ڌنبو(حضرت اسماعيل)،
ڏاچي (حضرت صالح)، اردها (حضرت موسيٰ)،
ڪانءُ (هابيل قابيل وقت)، ملائڪ.
(3) 7 سورميون پٺائي جون:
سسئي (پنهون، ڪيچ، مڪران، پنيور)
مارئي (عمر، عمرڪوٽ، ملير)
هير (رانجهو، تخت هزاره، گجرات)
سورٺ (راءِ ڏياچ، ٻيجل، گرنار)
ليلا(چنيسر، هار، ڪونرو).
مومل (راڻو، امرڪوٽ، ڪاڪ ماڙي).
سهڻي (مَيهار، چناب)
(4) 7 اکر الحمد ۾ نہ (سورة فاتح)
ث (ثبور، ثواب)، ج (جحيم، جنت)،
خ (خسارو، خزانو)، ز (زقوم، زينت ازر)،
ش (شفاوت، شفاعت)، ظ (ظلمت، ظلم)،
ف (فساد/فراق، فرق/فرحت).
(5) 7 ڏاڪا حياتي جا: هنج، اسڪول، ڪاليج، روزگار، شادي، ٻارن جون شاديون ۽ تعليم، ضعيفي
(6) 7 انڊا هاٿيءَ بابت مختلف رايا، 7 رنگ انڊلٺ جا،
7 ڏٻرا ڏڳا 7 متارا ڏڳا (مصر جي بادشاهہ جو خواب)،
ستين لنگهڻ ڪتو بہ حلال.
(7) 7 بدنام: مرون آ نجس، گڏھ آبي عقل، ڪتو آ بخيل، ڀولڙو آ نقال، ٻلي آزيان خور، لومڙي آ چالاڪ، نانگ آ موذي

(8) جهڙو هفتو تهڙا 7 ڏينهن، جهڙا پوٽا ست تهڙو 7 ۾ 15 منٽ.
اهڙا 7 جن جو اٺون نہ، هڪ نياٽي ست قرآن.
اهڙا 6 جن جو ستون نہ.
(9) 7 ڏکيا ڪم: (A) (ڪڪڙ سرخي)، (ڪُئي، سرمو)، (هاٿي، هنج)،
(ميڄ، مالش)، (ڪوئلو، چمي)، (اٺ جي ڪُچي، دٻائڻ) (جرنيل، سزا) .
(B) (گوسڙو ماستر، اسڪول)، (ٻلي، گھنڊڻي)، (تري، بهشت)،
(هٿيلي، وار)، (پاڇو، وڍڻ)، (ڪاپي، بند)،(نوڪري، اهليت).
(10) 7 نشانيون: قيامت جون (نور ۽ نانگ، دوستي)،
(مادي ڪڪڙ، بانگ/ (وڇون، ڏنگ نہ). (سياستدان، ڏانڊلي نہ)،
(پروفيسر، جعلي ريسرچ نہ)،(خزاني وارو بل پاس ڪري)،
(نوڪري، بنان ڏوڪڙن جي).
(11) 7 عمل بچائن: صدر ٽيڻ ڪيسن کان، ماستر ٽيڻ پڙهائڻ
کان، پير ٽيڻ ڪمائڻ کان، ڪامريڊ ٽيڻ محنت کان،
ڪورٽ مئريج ڪرڻ خرچ کان، وراثتي ليڊر ٽيڻ چونڊن
کان، ڊڪٽيٽر ٽيڻ وردي لاهڻ کان
(12) ڪي ستن ڪوٺن ۾ بند تہ ڪي 7 سمنڊ پار وڃن.
ڪي سر ڏئي ست بچائن تہ ڪي سٽ ستاءُ ڪرائن.

## اٺ، 8، ٨، EIGHT، آٺهہ

انين پيڙهيءَ ماڪوڙو بہ ماسات.
اٺ ڪاٺ نائين نوڙي
اٺ انينگر پارهن نينگر، اٺ درجا پاس = مڊل پاس`= A ½.M ½
جمعو جمعو اٺ ڏينهن، 8 آنا سچ يعنيٰ % 50= اڌ سچ اڌ ڪوڙ.
شطرنج راند ۾ هر هڪ رانديگر وٽ 8 آفيسر، 8 پيادا، 8 قطارون، 8 ڪالم.
ڪي ستڙيا ڪي اٺڙيا،
انين آني جو اٺ 12 آنا گهلاٽي،
اهڙا اٺ جن جو نائون نہ: عرش لاءِ فرشتا.
اهڙا ست جن جو اٺون نہ: هفتي جا ڏينهن
اٺن سان ونڊ لاءِ: ايڪن، ڏهاڪن ۽ سون واري جڳهہ تي رکيل انگن مان ٺهيل عدد ڪي ڏسبو (ايڪن) جي جڳهہ تي 1، 3، 5، 7، 9 نہ هوندا).
اٺ شيون ڳوليو: ڪٽ ۽ ونڊ سان وڌن، جوڙ ۽ ضرب سان ڪٽن. پيلجن تہ پلا ٿين، پاڻيءَ سان مرن ڌڪ سان جيئرا، خرچن سان وڌن رکڻ سان ڪٽن، چوري ۽ ڪوڙجائز، اُس ۾ سڪي نہ.
8 جوڙا: دل ۽ بل، عمر ۽ علم، رن ۽ ڍڳي، ووٽ ۽ نوٽ، پاڻي ۽ بجلي، نظرون ۽ سونهن، ڪتاب ۽ قلم، عبادت ۽ ان.
8 ڪم اڳواٽ ڪجن: لوهہ کي ڌڪ ٿڌي ٿيڻ کان اڳ،
مزدوري ڏجي پگهر سڪڻ کان اڳ،
روزگار شاديءَ کان اڳ، چکڻ کائڻ کان اڳ،
پڙهڻ صحي وجهڻ کان اڳ، چنبڻ سمهڻ کان اڳ،
سوچ ڪپڙي ڪڻڻ کان اڳ، آزمائڻ اعتبار ڪرڻ کان اڳ.

## نو، 9، NINE نائن

هڪ درجي وارن عددن ۾ وڏو عدد.
ننهن کي 9 ڪوٽ، 9 کي 90 ڪرڻ.
نو دو گياره. نہ 9 مڻ تيل گڏ ٿئي نہ راڌا نچي.
هر انسان 9 مهينا قيد ۾ (بنا ڏوهہ جي) يعنيٰ ماءُ جي پيٽ ۾.
هڪ ڏڪ سان 9 سوپاريون پڃڻ.
9 نقد 13 اوڌر.
نہلے پے دہلا، نو لکوهار، نولکي گودڙي.
NINE IS HEAVEN, A STICH IN TIME SAVES NINE.
اٺ ڪاٺ نائين نوڙي،
نئين ڪنوار 9 ڏينهن
اهڙا 9 جن جو ڏهون نہ آهي:
9 مشهور جايون لاهور جون: داتا دربار، شاليمار گارڊن، انارڪلي بازار، هيرا منڊي، جهانگير جو مقبرو، شاهي قلعو، مينار پاڪستان، مريم زماني، رنجيت سنگهہ جي سمڌي.
9 عمل گهٽ: ڪتي کي ڪاتي، ڪانءَ کي پڃرو، مور شهر ۾ نچي ۽ گدڙ شهر ۾ بچي، گنجي کي جونءِ، جهنگ ۾ لال ڪنوار، اٺڙيو بچي، ٿر ۾ برسات، واٽيو ڳٺون ڪائي.
جادوئي چورس: 1 کان وٺي 9 تائين جي انگن مان 3 x 3 جو اهڙو قالب آهي، جنهن جي هر هڪ قطار ۽ هر هڪ ڪالم ۽ هر هڪ اريب جي انگن جو جوڙ 15 ٿئي. هر هڪ خاني ۾ جدا انگ لکيل هجي.

## ڏهه، 10، ١٠، TEN، دس

ٻه درجي وارن عددن ۾ ننڍو عدد.
ڏهلو، ڏهيسر، ڏهاڪو، ڏهوسون، عشر، دس نمبري، ڏهوٽ،
حضرت موسيٰ کي طور جبل ۾ مليا TEN Commandments
سکن جا 10 گرو، قريشين جا 10 قبيلا.
$10 = (20)_5 = (22)_4 = (12)_8$
10 سان ضرب ۾ ونڊ سولي.
10 ذوالحج (عيد قربان)، 10 محرم (عاشوره)، 10 ڊائوننگ اسٽريٽ.
هٿن ۾ 10 آڱريون تنهن ڪري ڏهائي سسٽم.
اهڙا 10 جن جو يارهون نہ آهي.
ڏهين مهيني ٻار ڄمي.
نهلي پر دهلا، ڏهاڪي ۾ ويهڻ.
10 جماعتون پاس، وس وس مينهن ڏهہ ڏهہ ڏينهن
10 دنيا 70 آخرت، ڏاچي لهي 10 توڏو لهي 13
10 آڱريون گيهہ ۾ مٿو ڪڙاهيءَ ۾.
هڪ لٺي ڏهہ پٺي، انڌو هنگي 10 سيڙائي.
10 جي منڊي لاهي تہ نہ رت وهي نہ سور ٿئي.
10 ملي ميٽر= 1 سينٽي ميٽر
10 ويسا= 1/2 جريب 10 دستا = 1/2 ريم

## باب پنجون:11 کان وٺي 99 تائين (11، 12، 13، 14، 20، 24، 36، 50، 60 ۽ 64، 70، 90)

### 11، يارهن، ELAVEN، گياره

اهڙا 11 جن جو ٻارهون نہ آهي..1 ۽ ٿيا 11.

نو دوگياره ٿيڻ جا ٿو. پيران پير جي يارهين.

حضرت عيسيٰ جا حواري 11. ڪرڪيٽ ٽيم ۾ 11 رانديگر

نيل درياه مان يهودين جا 11 قبيلا پار ٿيا.

11 سان پورو ونڊجڻ لاءِ: ايڪن ۽ سون جي جاءِ تي موجود انگن جو جوڙ برابر هجي ڏهاڪن ۽ هزارن جي انگن جي جوڙ جي.

$(11)_{10} = (21)_5 = (23)_4\ (32)_3$

11 راز ڪلن: عورت جو حسن (منهن ڏوئي)، عورت جو قد (سئنڊل)، وار ڊگها (وِگ لاهي)،شاگرد جو A-1 گريڊ (سيمسٽر سسٽم/ڪارتوس)، نوڪري ملڻ (قائداعظم)، اليڪشن کٽڻ (مخالف اغوا/ڌانڌلي)، بهادري (وردي)، ملڪيت، پروفيسر جي بادشاهي (سيمسٽر، ڪرسي/ وڏو عهدو (پئسو)، ماسٽر جو گسائڻ (ويزا).

## 12، ٻارهن، ٻاره TWELIVE

ٻارهو، ٻارهوئي، ٻاره دري، ٻاره مولا، ٻوباره، 12 ربيع الاول (عيد ميلاد النبي)، بارھواں کھلاڑی (EXTRA)، ٻارهن ئي مهينا.
يهودين جا 12 قبيلا، والي بال جا 12 رانديگر (هر ٽيم ۾ 6).
ٻہ تہ ٻارهن (ٻڌيءَ ۾ طاقت)، 12 جماعتون پاس.
اٺ اٺينگر 12 نينگر، پئون ٻارهن، ٻارهي جي خيرات.
منهن تي 12 وڄن، ٽڪ مسافر 12 مهينا، سکن لاءِ 12 جو انگ.
اهڙا 12 جن جو تيرهون نہ آهي (سال جا مهينا)

$(12)_{10} \doteq (20)_6 = (30)_4 = (110)_3$

12 پنا $= \frac{1}{2}$ دستو، 12 مهينا = 1 سال، 12 انچ = 1 فوٽ

12 عدد $= \frac{1}{2}$ ڪوڙي، 12 شيون = 1 ڊزن، 12 ماسا = 1 تولو

## 13، تيرهن، ١٣، THIRTEEN

9 نقد 13 اوڌر، تڪڙجا 13 صبر جا 16.
نہ ٽن ۾ نہ تيرهن ۾ ڏاچي لهي 10 توڏولهي 13،
مغرب ۾ 13 جي انگ کي منحوس ڪوٺيندا آهن.
اهڙا 13 جن جو چوڏهون نہ. 13 تال
هندن ۾ هر چوٿين سال تيرهون مهينو.
هڪ سماهي ۾ 13 هفتا.
تيرهون مهينو آ يعنيٰ فصل تيار نہ ٿيو آ.
تاس جي هر رنگ جا 13 پتا.
$(13)_{10} = (23)_5 = (31)_4$

## 14، چوڏهن، FOURTEEN، چوده

14 طبق روشن، 14 جماعتون پاس. 14 ڏينهن = 2 هفتا.
اهڙا 14 جن جو پندرهون نہ آهي. 14 مڻ = $\frac{1}{2}$ ٽن.
14 آگسٽ پاڪستان جي آزاديءَ جو ڏينهن.
14 رڪعتون ظهر نماز ۾، 14 راتيون چنڊ وڌي ۽ گهٽي.
چوڏهين تاريخ چنڊ جي (چانڊوڪي، (FULL MOON) سمنڊ ۾
چاڙهہ (ويرون)
12 ٻوڙي ٻانيٽي 14 ٻوڙي چمار.
$(14)_{10} = (24)_5 = (32)_4 = (112)_3$

## 16، سورهن، سولہ، SEXTEEN

| | |
|---|---|
| $(16)_{10} = (100)_4 = (20)_8$ | $2^4 = 4^2 = 16$، هڪ مڪمل چورس |
| 16 سينگار. 16 جماعتون پاس | 16 آنا = 1 رپيو، |
| شطرنج راند ۾ هر رانديگر وٽ 16 گوٽيون. | 16 رنسون = 4 چونڪا |
| هر جوان انسان جي ڄاڙي ۾ 16 ڏند | 16 جريب = 2 اڻاس |
| 13 تڪڙ جا 16 صبر جا. تاس جا 16 پتا قيمتي | سورهن آنا سچ |

## 20، ۲۰، ويهہ، TWENTY، بيس

اٺويهين ويهين تہ ٽيندي آ، 20-ٽي ڪرڪيٽ.
واٽون ويهہ ٽيون کهہ ڄاڻان ڪيهي ويا.
هٿن پيرن ۾ 20 آڱريون. 20 جي منڊي لاٽي.
خبر تہ پئي گهٽين ويهين سو آ.
جهڙو 60 تهڙيون 3 ويهون. 3X20 $\neq 60$

$(20)_{10} = (40)_5 = (110)_4$

20 شيون = 1 ڪوڙي،20 شلنگ = 1 پائونڊ
20 دستا = 1 ريم، 20 سير = 1/2 مڻ
20 رنسون = 5 چونڪا، 20 ويسا = 1 جريب،

## 32 ٻٽيهہ، بتيس THIRTY TWO

$32=2^5 = (10000)_2 = (40)_8 = (200)_4$

32 دليون، ٻٽيهہ ٻاهر، 32 ڏارون بخشرائڻ
ڪو 32 لکڻو تہ ڪو 36 لکڻو. 32 جريب= 4 اناس
8 چونڪا = 32 رنسون.
اٺ ڪائي 32 تہ ٻڪري ڪائي 36.
32 پائر 1 پيڻ. 32 ڪارا خانا 32 اڇا (شطرنج راند ۾)
هر جوان انسان کي 32 ڏند. $32^0$F آهي پاڻيءَ جو جمڻ پد.

## 24 چوويهہ، چوبيس، TWENTY FOUR

24 ڪلاڪ = 1 ڏينهن رات = 8 پهر.
24 پنا = 1 دستو. 24 بوتلون = 1 ڪريٽ. 24 مهينا = 2 سال.

$(24)_{10} = (20)_{12} = (30)_8 = (40)_6 = (120)_4$

24 مهينا ماءُ جي ٿڃ.
زمين 24 ڪلاڪن ۾ پنهنجي محور چوڌاري ڦيرو پورو ڪندي آهي.
2 ڊزن = 3 اناس = 6 چوڪا = 4 ڇڪا = 24 رنسون.

## ڇٽيهه، ڇهتيس، (THIRTY SIX)

(مڪمل چورس) $36 = 6^2$

$(36)_{10} = (100)_6 = (30)_{12} = (210)_4$

36 انچ = 3 فوٽ، 36 مهينا = 3 سال، 36 شيون = ڊزن

9 چونڪا = 6 ڇڪا = 36 رنسون.

ڏنڊو آهي 36 لڪڙو.

ڪو 32 لڪڙو تہ ڪو 36 لڪڙو.

## 40، چاليهہ، چاليس FOURTY

$(40)_{10} = (50)_8 = (130)_5$.

40% مارڪون ڪپن پاس ٿيڻ لاءِ

40 نمازون مسجد نبوي ۾.

چاليهن جو ٽولو، علي بابا ۽ 40 چور.

40 ڏينهن سوڳ ملهائڻ.

40 سالن جي عمر ۾ نبوت حضرت محمد صلعم کي.

چاليهون حصو لڳي تہ ڳجهارت پڄي پئي.

چاليهون حصو بچت جو آ زڪواة. چلو پڇائڙ

40 اٺن تي قارون جو خزانو. چاليهي جي خيرات.

40 عورتن سان نڪاح هڪ رات ۾ (حضرت سليمان)

40 چورن جي اولاد.

40 ڏول پاڻيءَ جا کوہ مان ڪڍڻ (مردار ڪيڻ بعد).

40 سير =1 مڻ.

پڙتي جي پٽري جو امڪان: FORTY, FEMALE, FATTY

## ٽيهہ (30) (تيس) (THIRTY)

$(30)_{10} = (110)_5 = (1010)_3$

تيس مار خان، ڪو مهينو ٽيهو ڪو ايڪٽيهو.

30 ڪاسا = 1/2 خرار

30 سيڪنڊ = 1/2 منٽ، 30 پارا = 1 قرآن.

## پنجاھہ. (50)، پچاس، (FIFTY)

$(50)_{10} = (200)_5 = (302)_4$

50% = اڌو اڌ

50 رنسون = 1/2 سينچري.

50 سال = 1/2 صدي (GOLDEN JUBLEE)

## 60، سٺ، ساٺهہ، SIXTY ۽ 64، چوهٺ، (SIXTY FOUR)

$(60)_{10} = (50)_{12} = (140)_6 = (220)_5 = (330)_4$

60% مارڪون تہ فسٽ ڊويزن.

60 ڏينهن = 2 مهينا، 60 شيون = 5 ڊزن

گوني ڪنڊ تڪنڊي جي هر ڪنڊ $60^0$.

سٺ ميل هڪ شهر جو نالو. ساٺها ڪَي پاٺها. $60^0$ = 1ريڊينس

سٺ تي ڪانٽو. سٺ تہ ڪڻ لٺ. WRONG SIDE OF SIXTY

جهڙو 60 تهڙيون 3 ويهون.

رٽائرمينٽ جي عمر آ 60 سال.

روزي يا قسم ٽوڙڻ جو ڪفارو آ 60 مسڪينن کي کارائڻ.

مڪمل ڪعب، مڪمل چورس $2^6=4^3=8^2=6^4$

$(64)_{10} = (100)_8 = (1000)_4 = (1000000)_2$

شطرنج راند ۾ ڪل 64 خانا. هر خاني تي ٻيڻ چانور تہ جملي $2^{64}$ چانور (لاموجود)، 64 جريب = 8 اناس.

## 70، ستر، (SEVENTY) ۽ 90 NIINTY

70 ڪلفٽن هيو. P P P جو مرڪز.

10 دنيا 70 آخرت. 70 پردن ۾ بند.

70 مارڪون تہ A گريڊ. 70 تہ ڪر هتر.

70 حورون. بهشت ۾ ملن. سترُ ڪرڻ يعني پردو

90 عزيز آباد ايم ڪيو ايم جو مرڪز

90 ڊگريون = $\frac{\pi}{2}$ريڊين، هڪ گوني ڪنڊ جي ماپ.

90 ڏينهن ۾ اليڪشن جو واعدو تہ 90 مهينا.

انگن جا رنگ ۽ ذهانت

# باب ڇهون: سئو ۽ اصطلاح، هزار، لک ۽ ڪروڙ

## هڪ سو جا رنگ

| | |
|---|---|
| 100 جن 1 بوتل / شيطان | 100 جماعتي 1 امام |
| 100 جيل 1 ڦاسي | 100 جنگيون 1 فتنو |
| 100 جاسوس 1 سيٽلائيٽ | 100 جوڙ 1 ضرب |
| 100 غازي 1 شهيد | 100 غير سيد 1 سيد (پير) |
| 100 لوڙها 1 ڪوٽ | 100 لوٽا 1 سياستدان |
| 100 نظارا 1 ڪاليج | 100 نالا 1 خالق |
| 100 نوٽ 1 ووٽ | 100 نشا 1 عشق |
| 100 نفل 1 فرض | 100 ڪتون 1 ونڊ |
| 100 نار 1 ٽيوب ويل | 100 نقل 1 عقل |
| 100 چيلا 1 گرو | 100 چڪور 1 چنڊ |
| 100 ڇچڙ 1 لالچي | 100 چور 1 ريسرچر/ ڊاڙيل |
| 100 چمچا 1 ڪپگير | 100 چندا 1 پيتو |
| 100 واعدا 1 وصيت | 100 ورڪر 1 ليڊر |
| 100 وزير 1 ادي يا ادو | 100 واڻيا 1 پٺاڻ (وياج خور) |
| 100 رپيا 1 ڊالر | 100 راڄ 1 سردار يا راڄپر |
| 100 رنسون 1 سينچري | 100 ڍنگ 1 ڏاهپ |
| 100 ختم 1 مردو، | 100 خريدار 1 واپاري |
| 100 خط 1 موبائيل، | 100 ڪوهه 1 واهه |
| 100 ڪوڙا 1 ڪئلڪيوليٽر | 100 ڪلون 1 بصر |
| 100 فقير 1 آفيسر | 100 ڦوٽو 1 موبائيل |
| 100 فائيل 1 بلڊر | 100 فوجي 1 ڊرون |

## پيٽ (1 ۽ 100)

100 اکيون 1 مور جا پر
100 عابد 1 عالم
100 اٺ 1 ٽرڪ
100 بيمار 1 انار
100 بلائون 1 صدقو
100 بت 1 مزار
100 ٻڪريون 1 چيلو
100 پتا 1 ورٿو
100 برايون 1 لالچ
100 پروانا 1 بتي
100 پاور ليس 1 پاور فل
100 پير 1 امير
100 مينار 1 مسجد
100 مرشد 1 منافق
100 مددگار 1 انوجيليٽر
100 مزدور 1 ڪاريگر
100 موتي داڻا 1 انار
100 مڻ ڪنڊ 1 ڪارو ڪوهه
100 درا 1 زنا (سزا)
100 درياهه 1 سمنڊ
100 دوائون 1 پرهيز
100 ڊينيو 1 منارو
100 سال 1 صدي

100 افسانا 1 حقيقت
100 عاشق 1 هيروئن
100 انڊا 1 مرغي
100 بيماريون 1 پرهيز /معدو
100 بهادر 1 اٽڪلي
100 بهشت 1 ديدار (رب جو)
100 ٻوريون 1 فوڊ انسپيڪٽر
100 ٻڙيون 1 ٻڙي
100 ٻيڙيون 1 جهاز
100 پريون 1 هيروئن
100 پروفيسر 1 شاگرد ليڊر
100 پوليس وارا 1 رينجر يا فوجي
100 ميلا 1 عيد
100 مينهون 1 سانهن
100 مسخرا 1 پائي صاحب
100 مريد 1 پير
100 مرغيون 1 بانگو
100 مڻ صابڻ 1 ڪاري رنگت
100 دليل 1 گوڙهو (اک مان)
100 داڻا 1 تسبيح
100 ڏول 1 ڪتو (ڪوهه)
100 ڏاڪا 1 منارو (معصوم شاهه)
100 سينٽي ميٽر 1 ميٽر

100 سينٽي گريڊ پاڻي جو ٽهڪڻ پد
100 سوناري جا 1 لوهر جو (ڏڪ)
100 صدقا 1 عطيو (جاگير)
100 شاگرد 1 استاد
100 سال گدڙ جي 1 ڏينهن شينهن جي
100 گوليون 1 بم
100 گناهه 1 ڪوڙ
100 گهوڙا 1 جهاز/ ڪار
100 قصا 1 آيت
100 ڪرامتون 1 معجزو
100 قلم 1 زبان
100 ڪيجر 1 ٻڙوو
100 ڪم چور 1 پروفيسر
100 ڪوٺا 1 ٻلي
100 ڪتاب 1 انٽرنيٽ
100 ترارون 1 قلم
100تير 1 نگاهه
100 غارون 1 ڪنٽر بم
100 ڳائٽيون 1 ناچڻي

100 سياستدان 1 جنرل
100 سالا 1 امير
100 سيلاني 1 سيلر
100 شودر 1 راجپوت
100 سُور 1 ناسور
100 گوسڙو 1 ماستر (ويزاتي)
100 گيدي 1 بهاذر
100 گڏهيون 1 ڪني رن
100 قرض 1 قرب
100 ڪنڌا 1 ميٽر ريڊر
100 قاتل 1 بمبار
100 ڪوڙا 1 سياستدان
100 ڪنڌا 1چاهو
100 ڪيمياگر 1 سنياسي
100 ڪم 1 روبوٽ
100 ٽڪون هڪ ماڪي
100 طالب 1 مُلو يا مطلوب
100 غبن 1 نيب يا مڪ مڪا
100 حج 1 توبهه يا ڳوڙها

## سو ۽ اصطلاح

ٽن درجن وارن عددن ۾ ٽنيو (هڪ مڪمل چورس) $100=10^2$

100 بار کر چکا ہے تو امتحان ہمارا

تر جي گٽي 100 چوٽون کائي

100 ڪوڙ ڳالهائڻ 1 ڪوڙ کي لڪائڻ لاءِ

100 پائڻ جو پيار هڪ محبوب جو پيار

100 ڪميڻا مرن تہ 1 ڪجر پيدا ٿئي

100 ڪوه تي ٻولي بدلجي

اڃي ڪڪڙ دنبدار آنا لاهي سو هزار

چنڊو چنڊي کي سو ڪوه تي ڳولي لهي

100 بات کي ايک بات

100 بصر بہ ڪاڏا 100 پادر بہ

100 وجي پر ساءُ نہ وڃي

سهسين ڪرين سينگار تہ بہ مهمان مٽيءَ جو

هڪ زبان 100 دشمنن کان بچائي

100 ڪورو 5 پانڊو

100 پيري آ هڪ جيت

سوين مڻ مٽيءَ هيٺان

گدڙ جا 100 سال شينهن جو هڪ ڏينهن

سوناري جا 100 ڏڪ لوهار جو هڪ

سودو، سولو، سولائي، سوداءُ، سودائي، سونارو، سوکهڙو

## سئو سان به نہ ٿئي

قاتل نہ ٿئي سوڙهو توڙي 100 چتيون لڳاءِ
احسان نہ ٿئي ٿورو توڙي 100 رپين جو ٻورو
ڪارو نہ ٿئي گورو توڙي 100 مڻ صابڻ ڪپاءِ
ڪارو نہ ٿئي منو توڙي 100 مڻ ڪنڊ ڪپاءِ
حرام نہ ٿئي حلال توڙي 100 تڪبيرون پڙهاءِ
ڪتو نہ ٿئي مال توڙي 100 ڏينهن گڏ رهاءِ
تارو نہ ٿئي هلال توڙي 100 ڏينهن ڏيکاري جلال
مرغي نہ ٿئي دال ٿوڙي ڪائجي 100 سال (گهر جي نہ)
گدڙ نہ ٿئي شينهن توڙي 100 ڪلون پائي
پوڙهو نہ ٿئي جوان توڙي 100 ڪشتا ڪائي
ڪولهي نہ ٿئي راءِ توڙي 100 پٽڪا پاءِ
پڙوو نہ ٿئي پاءُ توڙي ڪائي مڪڻ جا 100 پاءِ
گڏهہ نہ ٿئي حاجي توڙي 100 دفعا وڃي مڪي
گڏهہ نہ ٿئي گهوڙو توڙي 100 سونا سنج پاءِ
محب وطن نہ ٿئي سَر توڙي هجنس 100 پر
گونهہ خور نہ ٿئي حلال توڙي 100 ڏينهن ڪائي پلال
مرد نہ ٿئي پوڙهوتوڙي 100 سال عمر جو هجي

## هزار(Thosands)

هڪ لک ۾ سئو هزار. هڪ هزار ۾ 10 سئو
وتائي فقير جا رنگ هزار. ڏاهپ جا رنگ هزار.
هزار سوالن جو هڪ جواب: فلاڻو بادشاهہ، ولي، نبي، ليڊر، ڪنهن جو پٽ؟ (پنهنجي پيءُ جو).
فلاڻي جن، ملائڪ، جبل، درياهہ، سمنڊ ڪي ڪنهن ٺاهيو آ؟ (الله)
ڏگريون ڪهڙي اداري جون؟ پاڻي ڪٿان جو پيئندا هئا؟ ڪنهن ووٽ ڏنا؟
من مردار حجتون هزار. ٻلي هزار ماڻهو مرن.
هڪ ۽ هزار: جوانيءَ جي هڪ رات جي عبادت پيريءَ جي هزار راتين جي عبادت ڪان ڀلي آ.
ليلتہ القدر بہ هزار مهينن ڪان ڀلي رات آ.
هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ هزار ويهن، هڪ عالم ڪان هزار سکن، هڪ مرشد جا هزارين مريد، هڪ ليڊر جا هزارين ورڪر/ووٽر.
هڪ تندرستي هزار نعمت، هڪ بلبل هزار دستان.
عهدا بہ ڪي ٽي هزاري تہ ڪي پنج هزاري.
هزار هڪ مڪمل ڪعب آهي ڇو تہ $1000=10^3$
الف ليلہ بہ قصن جو مشهور ڪتاب آهي.
مجدد الف ثاني
هڪ هزار ميٽر کي چون ڪلو ميٽر.
هڪ عالم ڀلو آ 1000 عابدن ڪان
مسلمانن هندستان تي 1000 سال حڪومت ڪئي.
هڪ ڳوليو هزار ملن.
هڪ ويري بہ ڏکيو آ 1000 سڄڻن ڪان
هزار: خان، روپ، دفعا، مجبوريون
هزاري: در، مل، گنج، فرقو، علائقو، ٻولي، نسل.

## لک ۽ ڪروڙ

1لک = 100 هزار = $10^5$

لکا پتي، لکا ڏنو، لک مير، لک لعنت

اک لهي لک سهي نہ کک بيٺو آ تہ لک جو ڪريو تہ کک جو.

جيئرو تہ لک جو مري تہ بہ لک

پوءِ ڍائي کان قرض نہ ڪٽجي توڙي لک لٽائي.

لک لهي تي لوڏ جيجان تن جتن جي.

کک جو چور سو لک جو چور.

لک: ڳڏ ڪرڻ، وڃائڻ، لٽائڻ، لهڻ، لعنتون، شاباسون.

لک: ڪمائڻ، بچائڻ ورهائڻ

حاجي تماشائي، شوقين، پوئلڳ، ووٽر، مسافر، سال اڳ.

کک هيٺان لک، لکن ۾ ڪيڏڻ.

لک تي مٿو ڏوئڻ، لکن ڏلين جي ڏڙڪن.

سوا لک: نبي، پير، قبرون.

لک ڪيڏڻ يعني صلواتون پڙهڻ، جان بچي لاکھوں پائے.

لکن جي هيرا ڦيري.

1 ڪروڙ = 10 ملين

ڪروڙ پتي، ڪروڙ ۽ لعل، ڪروڙي مل

100 ڪروڙ = 1 ارب

ڪروڙ پتين جو تعداد گھٽبو وڃي. ڇو؟

(ارب پتي وڌن ٿا) اڳي بجيٽ ڪروڙن ۾ هاڻي اربن ۾.

هڪ ڪروڙ رپين جو سوال آ.

ڪروڙن ۾ ڪيڏڻ.

ڪروڙين: ووٽر، پوءِ لڳ.

پاڪستان جي آبادي 20 ڪروڙ

ڪور ڪمانڊر يعنيٰ ڪروڙ ڪمانڊر.

ڪروڙين ڪن سلام.

لک ڪروڙ هضم (لڪڙ هضم پٿر هضم)

نو لکو هار، لکن کھاڙين جو مالڪ، نو لکي گودڙي.

ڪئين لک ڪمايا ڪئين لک ڪپايا.

لکن ماڻهن جو سمنڊ اٿلي پيو.

ايڪ رانجھو لکھاں ذامڻ.

مدعی لاکھ برا چاہے تو کیا ہوتا ہے۔

ڪي لکين دليون فتح ڪن، ڪي لکين ماڻهو مارائن.

# باب ستون: اڌ، ڏيڍ، اڍائي

## اڌ (0.5) ($\frac{1}{2}$) (HALF) (آدھا)

| | |
|---|---|
| اڌ امام آ بانگو | اڌ پير آ خليفو |
| اڌ آفيسر آ ڪلارڪ | اڌ پهاج آ ڌيرياڻي |
| اڌ علاج آ پرهيز | اڌ پاس آ سپليمينٽري |
| اڌ عامل آ چيلو | اڌ پنڌ آ ارادو |
| اڌ استاذ آ ڪتاب | اڌ پڙوو آ وڪيل |
| اڌ بادشاهه آ ولي عهد (وزير، راڻي) | اڌ پريل آ اڌ خالي |
| اڌ ايمان آ صفائي/نڪاح | اڌ ننڊ آ اڌ جاڳ |
| اڌ رڪيل آ سيڪريٽري | اڌ نڪاح آ مڱڻو |
| اڌ زميندار آ ڪمدار | اڌ مرد آ مڇن وارو |
| اڌ زال آ [redacted] ماڻهن | اڌ متي ۾ سور آ حسابن واو استاد |
| اڌ رضا آ خاموشي | اڌ مهاجر آ سنڌ جائو |
| اڌ ڌيءَ آ ننهن | اڌ مالڪ آ هاري/مسواڙي |
| اڌ ڊاڪٽر آ ڪمپائونڊر | اڌ ماءُ آ ماسي/سس/دائي |
| اڌ رنگ آ بيماري | اڌ ميلاپ آ خواب ۾ |
| اڌ رنڊي آ ڳائڻي | اڌ مئو آ خوف ۾ |
| اڌ قيد آ پرٽو | اڌ موت آ ننڊ |
| اڌ ڪوري آ ڪوريئڙو | اڌ ملاقات آ خط |
| اڌ ڪاميابي آ سٺي شروعات | اڌ ملان آ خطرو ايمان جو |
| اڌ ڪوڙ اڌ سچ | اڌ مڙس آ هيرو |
| اڌ ڪچو آ اڌ پڪو | اڌ محبوبه آ هيروئن |

**ڳجهارتون (اڌ جو استعمال)**

اڌ اس ۾ اڌ ڇانوَ ۾ (نمازون)
اڌ ايشيا ۾ اڌ يورپ ۾ (استنبول)
اڌ پڙون کي اڌ ڇمڇن کي (نوڪريون)
اڌ انجنيئر ڪٽي اڌ ٺيڪيدار (بجيٽ)
اڌ عمر آئيني اڳيان اڌ ٻورچيخاني ۾ (عورتون)
اڌ پيسن تي اڌ سفارش تي (مارڪون)
اڌ پيار تي اڌ لاچار (نڪاح)
اڌ تخت تي اڌ تختي تي (ليڊر جي عمر)
اڌ تنهنجو اڌ منهنجو (ميثاق جمهوريت)
اڌ منحوس اڌ برڪت (زبان)
اڌ مسيحا اڌ ڪاسائي (ڊاڪٽر)
اڌ مادي اڌ نر (ڪدڙو)
اڌ مسلمان اڌ هندو (سنجوڳي شيخ)
اڌ مڇن تي اڌ ڪيسن ۾ (مردن جا هٿ)
اڌ مولوين بند ڪرايون اڌ ڊاڪٽرن (شيون)
اڌ مڙسن حوالي اڌ ٻارن/يارن حوالي
اڌ مردانگي تي اڌ ناموس تي
اڌ ٿالو مڙس جو اڌ پيءُ جو
اڌ حقيقت اڌ افسانو

اڌ اڇي اڌ سائي (موري)
اڌ اڇي اڌ ڪاري (ڏاڙهي)
اڌ اڇو اڌ پيلو (آنڊو)،
اڌ عرب اڌ سنڌي (قريشي، عباسي)
اڌ پاڻي اڌ باهه(حقو)
اڌ پکي اڌ جانور (شتر مرغ)
آڌا تيتر آڌا بٽير
اڌ لوهه اڌ ڪاٺ (ڏاٽو)
اڌ ننڊ اڌ جاڳ (چوڪيدار)
اڌ ڪاپي اڌ سفارش (گريڊ)
اڌ ڪنوار اڌ ٻوٽي (ڪنوار ٻوٽي)
اڌ قدرتي حسين اڌ بيوٽي پارلر.
اڌ حصو آ ڏيءُ جو (پٽ ڪان).
اڌ حڪيم آ (خطرو جان جو).
اڌ حج آ عمرو
هولي آ اڌ گلولي
اڌ فلاسافر آ شاعر
اڌ جج آ وڪيل
اڌ کِڌو آ ڪلي ڳالهائي
اڌ جهان آ اصفهان
اڌ سيد آ قريشي،
اڌ شادي (مڱڻو) آ تعدي
اڌ سردار آ وڏيرو/ٺڪري
اڌ سنو آ اڌ خراب
اڌ سس آ آنڙان
اڌ سڪو آ اڌ آلو
اڌ جست اڌ ٿامو (پتل)

اڌ هندي اڌ چيني (هند چيني)
اڌ هندي اڌ انگريز (ائنگلو انڊين)
اڌ گڏھہ اڌ گھوڙو (خچر)
اڌ کير اڌ پاڻي (بازاري کير)
اڌ کاٺ اڌ پيءُ (ناريل)
اڌ کِلڻ اڌ روئڻ (نيم رضا)
اڌ گھوڙواڌ انسان (براق)
اڌ پت اڌ دال(ڪچڙي)
اڌ ظاھر اڌ لڪيل (چنڊ)

اصطلاح

اڌ کي چڏي سڄي ڏي نہ پڄجي
اڌ بہ ويو سڄو بہ ويو
ڪنھن کي اڌ ملي ڪنھن کي
سڄو (مڙس، ملڪيت)
ڪنھن ۾ اڌ وجھو ڪنھن ۾ سڄو
اڌ ايم. اي آ مڊل پاس
اڌ ڏينھن مڙس زال جي
مرضي مطابق باقي زال
پنھنجي مرضي مطابق
انعام ۾ بہ اڌ تہ سزا ۾ بہ اڌ
ڪاٽو يا منبو تہ خيرات ۾ بہ اڌ
اڌ چاجين کي ماني اڌ کي پت
اڌ روڊ وارو اڌ ڪارنر وارو حصو
ڳئون، ڪمبل ۽ ڪجيءَ جي
وڻ ۾ اڌو اڌ
اڌ مھاجر (چاٺو سنڌ ۾)
اڌ ھندو (ڳئون نہ ڪائي)

اڌ جيت اڌ ھار
اڌ جيت اڌ دوا (سلاجيت)
اڌ گلاب اڌ جمون (گلاب جامن)
اڌ دال اڌ چيني (دال چيني)
اڌ پاڄي اڌ شھر(آلو بخارا)
اڌ اندر اڌ ٻاھر(مُوري)
اڌ ڪنڊ آ دال چيني
اڌ ڪنوار آ ٻوٽي.

اڌ مئو، اڌڙ، اڌ مٿو اڃو، اڌورو علم
اڌ اگھاڙو، اڌوگابرو
اڌوراٽو، اڌياري
1اڌ اڪري، اڌواڌ
اڌ گول، اڌيڪو
اڌ رپيو/ 50 پئسا، آڌي مانجھي
اڌ ڏھاڙي، آڌيو = اڌ
اڌ چريو، اڌ پاڻيوار
نيم: گرم، دراز، رضا، پخت، حڪيم، ملان

Half: life, Line, Better, Circle, Brother Mother, Sister, Wife, yearly, Fifty-Fifty, Century.

اڌورو: اقتدار، انصاف
اڌ جو مالڪ، اڌ مٽي ۾ سور
جھڙو سڄو تھڙو بہ اڌ
اڌ عيسائي (پاڙيسري سان پيار)
اڌ مسلمان شراب پيئي، زالون چار.

## سوا، ۽ ڏيڍ (1/1/2)، (3/2)، (1 .5)

ڏيڍو ڪرڻ يعنيٰ وڌائڻ.
ڏيڍ چانورن جي ديڳڙي پچائڻ، ڏيڍ سِري پِٽ،
ڏيوڍي، ڏيڍ ڦٽو انسان
ڏيڍ فوٽ= 1 هٿ، ڏيڍ ڪلو = 1500 گرام
ڏيڍ ٽڪيٽ = 1 وڏن لاءِ1 ننڍين لاءِ
ڏيڍ: سال، مهينو، ڪلاڪ، صدي، رپيو، گز، سو، مڻ، فوٽ، آڱر.
سوا، (1/1/4)، (1.25)، $(\frac{5}{4})$
سوا يو حصو يعنيٰ ٿورو وڌيڪ.
سوايو اڌ، سوائي ڏيڻ.
سوا تولي جي دهڙي، سوا ڪسيري جي منائي ورهائڻ
سوا گز ڊگهي زبان، سج سوا نيزي تي لهي آيو.
سير تہ سواسير، سو سوا ڏئي جان ڇڏائڻ
سوا: سال، ڪلاڪ، رپيو، سو، سير، ڪسيرو
سوا لک: پير، نبي، قبرون، گهر، آدمشماري .

## اڌ ۽ چوٿيون (رهو حلال پوني حرام)

اڌ شيطان: تڪڙ ۽ وڏائي ها، توبهہ کان انڪار نہ.
اڌ سيد: ماءُ ميربحر، ڏاڏو ڪوچڙو، پيءُ مهاجر.
اڌ نشئي: عشق ها، شراب نہ.
اڌ راجپوت: پڙ ڏاڏو راجا، ماءُ شودر، ماني ويش.
اڌ بادشاهہ: زال راڻي، پيءُ بادشاهہ، پاڻ ولي عهد.
اڌ پنو: ماءُ ها، پيءُ نہ، قاسي نہ.
اڌ چيني: نانگ، ٻلا ۽ ڪوئا ها، ٻولي نہ.
اڌ ٻُڌ: مسلمان ماري، ٻيا ساهہ وارا نہ.
اڌ يهودي: وياج ها، الهامي ڪتاب بدلائڻ ها، سوئر نہ.

## اڍائي $\left(2\frac{1}{2}\right)$ ۽ (2.5)، $\left(\frac{5}{2}\right)$

اڍائي اخبارون:2 روزانو، 1 هفتيوار
اڍائي انڊا: 2 وڏا، 1 ننڍو
اڍائي عورتون(زالون): 2 زالون، 1 ٻانهي
اڍائي استاد: 2 پڙهائن سمجهائن، 1 ويزا تي
اڍائي آفيسر: 2 آفيسر، 1 پٽيوالو
اڍائي اُٺ: 2 اٺ، 1 شتر مرغ
اڍائي ٻار: 2 پٽ، 1 ڌيءَ
اڍائي ٻوٽيون: 2 ٻوٽيون ۽ 1 هڏو يا ڪنوار ٻوٽي
اڍائي بت: 2 پٿر هڪ رسمون
اڍائي پاڙو: 2 جج ۽ 1وڪيل يا 1جج ۽ 3وڪيل
اڍائي ڀاڄون: 2 ساهيڙيون، 1 ڏيرياڻي
اڍائي پير: 2 پير، هڪ خليفو
اڍائي پروگرام: 2 ڊگها، 1 ننڍو
اڍائي طلاقون: 2 لکت ۾، 1 زباني
اڍائي ٽڪيٽون: 2 وڏن جون، 1 ننڍي جي
اڍائي قدم: 2 قدم هڪڙي طرف، 1 قدم ٻئي طرف (شطرنج وارو گهوڙو)
اڍائي ڪيس: 2 قتل جا، 1 ڪرپشن جو
اڍائي ڪلام 2 ٽي وي تي، 1 ريڊيو تي
اڍائي ڪتاب: 2.چپيل، 1 اڻ چپيل
اڍائي ڪاريگر: 2 مستري، 1 سيڪڙاٽ
اڍائي قبرون: 2 دوستن جون، 1 دشمن جي
اڍائي قلندر: شهباز قلندر، بو علي سينا، بيبي رابعه بصري
اڍائي ڪمرا: 2 بيڊروم، 1 بورچي خانو

اڊائي جنگيون: 2 هٿيارن سان، 1 قلم سان
اڊائي حڪيم: 2 حڪيم، 1 ڪمپائوڊر
اڊائي حصا: 2 پٽن لاءِ، 1 ڌيءَ جو
اڊائي جلسا (جانور) 2 وڏا، 1 ننڍو (ٻچڙو)
اڊائي جواب: 2 صحيح، 1 غلط
اڊائي حج: 2 حج، 1 عمرو
اڊائي دورا (ڊرٽا) 2 ڪامياب، 1 ناڪام
اڊائي ڊگريون: 2 وڏيون، 1 ننڍي
اڊائي دوڪان: 2 وڏا، 1 مانڊڻي
اڊائي در: 2 در، 1 دري
اڊائي دعوتون: 2 فري، 1 پيسن واري
اڊائي داليون: 2 داليون، 1 دال چيني
اڊائي نوڪريون: 2 گزيٽيڊ، 1 نان گزيٽيڊ
اڊائي نڪاح: 2 نڪاح، 1 مگڻو يا
اڊائي مرد: 2 وڏا، 1 نينگر
اڊائي مڙس: 2 مڙس، 1 يار يا هيرو فلمي
اڊائي محبوب: 1 بيگم، 1 هيروئن، 1 سيڪريٽري
اڊائي مزدور: 2 مرد، 1 عورت
اڊائي مارون: 2 مارون، 1 گار
اڊائي ماڙيون: 2 ماڙيون، 1 ڏاڪڻ مٿي
اڊائي ميلاپ 2 روبرو، 1 خواب ۾ (خط)
اڊائي شاهد: 2 مرد، 1 عورت
اڊائي شرط (سوال) 2 ڏکيا، 1 سولو
اڊائي ملان: 2 ملان، 1 طالب

| | |
|---|---|
| اڍائي سيٽون: | 2 قومي، 1 صوبائي |
| اڍائي سگ چٽي: | 2 وڏا، 1 ننڍو |
| اڍائي شاديون: | 1 هال ۾، 1 ڪورٽ ۾، 1 فلمن ۾ |
| اڍائي سيد: | 2 سيد، 1 قريشي |
| اڍائي سَسون: | 2 سَسون، 1 نراڻ |
| اڍائي گهوڙا: | 2 گهوڙا، 1 خچر |
| اڍائي يار: | 2 يار، 1 ڪي آسرا يا اشارا |
| اڍائي فلمون: | 2 ڪامياب، 1 ناڪام |
| اڍائي وزير: | 2 محڪمي سان، 1 بغير محڪمو يا |
| | 2 وزير، 1 مشير |
| اڍائي رنڊيون: | 2 موڙي تي، 1 ڳائڻ واري |
| اڍائي زالون: | 2 زالون، 1 [illegible] |
| اڍائي زنا:2 زنا | 1 ڪان اگهہ پڇڻ |
| اڍائي ضلعا: | 2 آباد، 1 غيرآباد |
| اڍائي ڦٽ: | 2 زبان سان 1 ترار سان |
| اڍائي چوريون: | 1 ڌاڙو، 1 چوري |
| اڍائي چڪر: | 2 اوٽ موٽ، 1 صرف هڪڙو پاسو |
| اڍائي ڏيٺر: | 2 ڏيٺر، هڪ نينهن |
| اڍائي ڏاڙهيون: | 2 ڏاڙهيون، 1 مڇ |
| اڍائي ڌڪ: | 2 زور سان، 1 آهستي |
| اڍائي فقير: | 2 اٿلا، 1 منبو (1 پير، 1 ملان، 1 ڪدڙو) |
| اڍائي سير: | اڌ ڌڙي |
| اڍائي ڪتا: | جٽ جي چمار |

# باب اٺون: اڳي ۽ هاڻي، انگن جو استعمال، هڪڙو نہ ٻيو

## اڳي ۽ هاڻي

(1) اڳي: کيتي تہ 1 مارڪ، واپاري بہ تہ 10 مارڪون، نوڪري بہ تہ 100 مارڪون،پنڻ بہ تہ 1000 مارڪون (چندو، ڏن). پر کيتي نہ تہ ان نہ يعنيٰ صرف ٻڙيون رهنديون ۽ چوري حرام.

هاڻي: سياست تہ 1 مارڪ، بلڊر بہ تہ 10 مارڪون،
نوڪري تہ 100 مارڪون،
پنڻ (ووٽ، پلاٽ، پتو) تہ 100 مارڪون،
صنعت بہ تہ 1000 مارڪون، قبضا خور بہ 1000 مارڪون،
پر سياستدان نہ آهيو تہ ڪجهہ بہ نہ آهيو.
چوري خصوصن ووٽن جي ۽ لوٽ مار تہ عام آهي.

(2) اڳي: 1 هاري (کيتي) 100 کائڻ وارا، 1 واپاري 100 ملازم
1 ڪسٽم وارو 100 آفيسر، 1 چور 100 فقير (پنڻ وارا).
هاڻي: 1 سياستدان 100 ورڪر/ ايجنٽ، 1 بلڊر 100 ٺيڪيدار،
1 صنعتڪار 100 ڪارخانا، 1 واپاري 100 ٽرڪون/ گدام
1 زميندار 100 ٽريڪٽر / هاري، 1 پتي خور 100 ڏاڙيل/قبضي خور.

## هڪڙو ٻيو

كائن هڪڙي جو ڳائن ٻئي جو.
ٽيسٽ پاس ڪئي هڪڙي آرڊر مليو ٻئي کي.
عوامي ليڊر هڪڙو پر اليڪشن کٽي ٻيو.
حقيقي وارث هڪڙو پر چيئرمين ٿيو ٻيو.
هڪڙا مزارن ۾ ٻيا مندرن ۾ .
دلين جا مالڪ هڪڙا جسمن جا ٻيا.
هڪڙا جهنگ ۾ ٻيا دٻن ۾، هڪڙا پرن ۾ ٻيا پيٽن ۾.
هڪڙيون جبلن تي ٻيون فلمن ۾.
هڪڙا ڪيسن ۾ ٻيا بندوق ۾.
ڪري هڪڙو لوڙي ٻيو، چڙهي هڪڙو پالي ٻيو.
ڏک هڪڙي کي لڌي ٻيو، ڪمائي هڪڙو کائي ٻيو.
ڀوڳ هڪڙي جا ڪلن ٻيا، لِکن هڪڙا نالا ٻين جا.
زال هڪڙي جي ڏيءُ ٻئي جي.
غلطي هڪڙي ڪئي سزا ٻئي کي ملي.
فارم هڪڙي ڀريو امتحان ٻئي ڏنو.

## انگ، پئسا ۽ وچڙ

| | |
|---|---|
| سُو وجي ساءُ نہ وجي | هزار وجي حب نہ وجي |
| لک وجي لڱاءُ نہ وجي (ڪَک) | ڪروڙ وجي قرب نہ وجي |
| ارب وجي عربي نہ وجي | پدم وجي پريت نہ وجي(قدم) |
| ڏن وجي رن نہ وجي (سن) | رپيو وجي روپ نہ وجي |
| پيسو وجي ويسو نہ وجي | ٽڪو وجي ٽِڪ نہ وجي |
| سِڪو وجي سِڪ نہ وجي | آنڪي وجي آن نہ وجي |
| پنج وجن پت نہ وجي | ڏھہ وجن ڏاھو نہ وجي |
| سٺ وجن لٺ نہ وجي | اٺ وجن اُٺ نہ وجن(پھر) |
| اڌ وجي سچو نہ وجي (مزو نہ) | پاءُ وجي سير نہ وجي |
| ست وجن ست نہ وجي | نو وجن ناموس نہ وجي(نالو) |
| ٻہ وجن ٻڌي نہ وجي | يڪو وجي ايڪو نہ وجي |
| ماسو وجي تولو نہ وجي | ڪاسو وجي خرار نہ وجي |
| پاسو وجي قرار نہ وجي | هاسو وجي ترار نہ وجي |
| ان وجي ايمان نہ وجي | قلم وجي ڪلمو نہ وجي |
| پن وجي پنو نہ وجي | گن وجي فن نہ وجي |

# انگ ۽ عضوا

1) **اڪيون**: 0 ته انڌو (انصاف)
هڪ ته ڪاڻو (هڪ اک سان ڏسڻ (ڪئميرا جي)
ٻه ته سڄو (انسان، پکي، جانور، مڇيون)
ٽي ته عالم (علم انسان جي ٽين اک)
چار ته نظر ڪمزور (عينڪ پاتل)
انسانن مان ڪن کي 2 اکيون، ڪن کي 3 ته ڪن کي 4.
ٻه اکيائي نه ڪجي، اکيون چار ڪرڻ، هڪ اک روئي ٻي کلي.
انڌو گهري الله کان هڪ اک.
ڪي اکين هوندي به انڌا (عقل جا) ته ڪن انڌن جون باطني اکيون کليل.

2) **ڄنگهون**: ٻڙي پر ڊوڙن تيز (ڪکر، نانگ)
هڪ پر گهمن نه (وڻ، ڪنڀو)
هڪ پر اڏري يا گهمائجي (لغڙ، چڻي)
ٻه پر گهمن نه (ننڍڙا ٻار)
ٻه پر گهمن يا اڏرن (انسان، پکي)
ٽي پر گهٽ گهمن (لٺ سان انڌو ۽ منڊو)
ٽي پر گهمن نه (اسٽول، ٽپائي)
چار پر گهمن نه (کٽ، ڪرسي، ميز)
چار پر گهمن (جانور)
هڪ ڄنگهه تي بيهي تنيهر يا عابد،
ڪي به ٽنگا ڦاسن ته ڪي چوٽنگا.
لٺ منڊي ۽ انڌي لاءِ ٽين ڄنگهه آهي،علم سيني انسانن لاءِ.
ڪڏهن ٻئي ڄنگهون اپيون (يوگا)
ڪن کي لوهه جون ڄنگهون ته ڪن کي ڪاٺ جون.

(3) **آڱريون**: هڪ آڱر سان اشارو.
ٻه آڱريون چپٽي وڄائڻ لاءِ.

ٽي آڱريون ٻئي ڏانهن ته ٻه پاڻ ڏانهن (ٻجو).
پنج آڱريون ته ڇڏبو پنجو.
ڏهه آڱريون ڳڻڻ لاءِ (ڏهائي سسٽم).
آڱرين سان ٻُڌبو به آهي، نچائبو به آهي ۽ چٽبو به آهي.
آڱرين ۽ اڱوٺي لاءِ ڇئبو آهي 4 پينرا پاءُ.
پنج ئي اڱريون گيهه ۾ متو ڪڙاهيءَ ۾.
ڪن ڪي هٿ ۾ 6 آڱريون (ڇانگريا)
(4) ڪن: ٻڙي ته ٻوڙو (قانون)
هڪ نه ٽيندو آ (ڪڏهن پيو خراب هوندو آ)
ٻه ته پکي، جانور، انسان.
علم انسان جو ٽيون ڪن به آهي.
يتين ڪي به ڪن آهن (الائي ڪيترا؟)
هڪ رن چار ڪن چيلهه ٻڌيو پئي نچي.
هڪ ڪن سان ٻڌي ٻئي ڪن مان ڪڍي ڇڏڻ.
هڪ ڪن ڪٽ ته ٻنو پر ٻئي ڪن ڪٽ ته انڌو ٻه، ڪيئن ؟
(عينڪ ڪي ڪير پڪڙي)
ٻئي ڪن پٽڻ (سزا) يا مهڻڻ.
ٻئي هٿ ڪنن تي توبهه يا نماز لاءِ (ڪن گوشي).
(5) هٿ: ٻه ٻه هٿ اڏرڻ.
ٻه هٿ ڪپن تاڙي وڄائڻ لاءِ
ٻئي هٿ: ڳچيءَ ۾، ڪنن تي، اکين تي، گوڏن تي،
پيرن تي، چيلهه ۾، متي تي، منهن تي
ٻنهي هٿن سان لٽائڻ، هڪ هٿ ۾ 5 آڱريون
هڪ هٿ ۾ سوٽي ٻئي ۾ چوٽي، هڪ هٿ ۾ ٻه ٻوڙي ۾
هڪ هٿ متي ڪڻڻ ووٽ لاءِ يا ڏڪ هڻڻ لاءِ.
ٻئي هٿ متي ڪڻڻ آڻ مڃڻ لاءِ
علم انسان جو ٽيون هٿ به آهي. چور ڪي هڪڙو هٿ.
(6) ٻيا: ٻڙي ته پکي، جيت ۽ مڇيون

2 تہ ٻڪري، رڍ، عورت......
4 تہ ڳئون، مينهن، ڏاچي
8 تہ ڪتي، 12 تہ سوئر
ٻبا اڪي عدد ۾ ٿين ئي نہ.
مال: مادين کي ٿڻ ۽ ٻبا ٿين جن ۾ کير (روئڻ ڪانسواءِ ٻبو نہ)

## انگ ۽ علاج (روزانو)

1صوف: ڊاڪٽر کي پڇائي
1 گلاس کير :هڏن کي طاقت
4 ڪارڪون:ڪمزوري ختم
5 بادام : ڪئنسر کي پڇائي
5 وقت نماز:پريشاني ختم
1/2 ليمون:چربي ختم
12 گلاس پاڻي:چمڙي ۽ گردا صاف
1 ميل پنڌ رات جو :کاڌو هضم
1ڪلاڪ ليٽڻ منجهند جو:ٿڪ ختم
1 دفعو جماع (مهيني ۾) :صحتمند رهڻ لاءِ

## عضوا (نہ)

خسري کي ڏاڙهي نہ (عورت ۽ ننڍي ٻار کي بہ نہ)
گنجي کي وار نہ (عورتن جا وار ڊگها)
ننڍڙي ٻار کي ڏند نہ (وڏي عمر ۾ بہ نہ)
ڪوڙ کي پير نہ (کي بہ پيرا کي چوپايا کي سوپيري)
استاد کي ميڇالو نہ (ٻارن کي پڙهائڻ سبب)
لغڙ کي پر نہ (پوءِ بہ اڏري)
پڙوي کي نڪ نہ (پوءِ بہ دنيادار)
ڪنواريءَ کي زبان نہ (ڪنڌ سان هائو يا نہ)
ٻاهہ کي وات نہ، پيٽ نہ (پوءِ بہ وجي ڪائيندي)
پکي ۽ مڇي کي ٻبا نہ (پوءِ بہ ٻار پيارا)

گڏهہ کي سگ نہ (تڏهن تہ لتون هڻندي آ)
ليڪ ۽ گول کي ڇيڙا نہ ۽ ڪنبون نہ (دوستي کي بہ نہ ڪنڊ نہ ڇيڙو)
ڏيڏر کي پُڇ نہ (پڪڙڻ ڏکيو)
عورت کي مُڇ نہ (مرد جو شان ان ڪري وڏيڪ)
گول ۽ ليڪ کي حدون نہ (عشق ۽ علم کي بہ نہ)
انصاف کي اکيون نہ (انڌو آ)
قانون کي ڪن نہ (پر هٿ ڊگها)

## انگ ۽ مجرب نسخا

(1)1 سال لاءِ تہ چانور پوکيو،
10 سالن لاءِ تہ وڻ پوکيو (رٿا بندي)
100 سالن لاءِ تہ تعليم عام ڪريو.
1000 سالن لاءِ تہ فوجي تربيت لازمي ڪريو.
(2)2 ڪلاڪن لاءِ تہ پت کائو،
6 ڪلاڪن لاءِ تہ ماني کائو(ڍئو)
10 ڪلاڪن لاءِ تہ گوشت کائو
14 ڪلاڪن لاءِ تہ روزو رکو.
(3) ٻن ٽن پيڙهين لاءِ تہ سردار ٿيو.
ڇئن پنجن پيڙهين لاءِ تہ بادشاهہ ٿيو(حڪمراني لاءِ).
ڇهن ستن پيڙهين لاءِ تہ پير ٿيو.
هميشہ لاءِ تہ سياستدان ٿيو.
(4) لکا پتي ٿيڻ لاءِ جعلي دوائون وڪڻو.
ڪروڙ پتي ٿيڻ لاءِ جعلي آرڊر وڪڻو (امير ٿيڻ لاءِ).
ارب پتي ٿيڻ لاءِ ٺيڪا کڻو يا پتا اگاڙيو.
کرب پتي ٿيڻ لاءِ بلڊر ٿيو يا سياستدان.

## انگ ۽ پار

هڪ: تنهائي
ٻہ: لڙائي، جهڳڙو (ڪڏهن پيڻ نہ، ڪڏهن پاءُ نہ)
ٽي: عدم توازن (2 پائر1 پيڻ، 1 پاءُ 2 پينرون)
چار: مڪمل توازن
ست: پٽ دعا سان (ست پٽيلو، ست پائي)
ڏهہ: ڪتي ويائي پئي آ.
پندرنهن: چڙيا گهر
ويهہ: پولٽري فارم(چوٽي آ تہ نڪاحُ پيهر)
ٻڙي: اوٺو نپٽو.

## انگ ۽ زالون

هڪ زال: گهر بهشت يا دوزخ (وفاءِ خدمت يا جهڳڙالو)
ٻہ زالون: چندا پٽ، دانهن ڪوڪ
ٽي زالون: ٿورو سڪون (چوٽين جي گنجائش)
چار زالون: مڪمل سڪون: (خطري جي گهنٽي)
نوٽ: 1 تہ زال، 2 تہ زوال، 3 تہ قوال، 4 تہ وبال
ٻڙي زال تہ ڪدڙو، نياڳو، ڪراڙو.

# انگ ۽ اسلام

نماز روزانو 5 وقت فرض.
زڪواة سال ۾ بچت تي چاليهون حصو.
قرباني اٺ، ڳئون، مينهن وغيره ۾ 7 پتيون.
رڪن اسلام جا 5 ۽ ڪلما 6.
هر رڪعت ۾ 2 سجدا.
ڪنهن فرض نماز ۾ 2 رڪعتون، ڪنهن ۾ 3 ته ڪنهن ۾ 4.
قرآن پاڪ ۾ 30 پارا، هرَ پاري ۾ 4 ايميون.
چنڊ ڏسڻ لاءِ 2 شاهد، نڪاح جا به 2 شاهد پر زنا جا 4 شاهد ڪپن.
نڪاح وقت قبول جو لفظ 3 دفعا هڪ ئي وقت.
طلاق لاءِ به طلاق جو لفظ 3 دفعا پر جدا جدا وقتن ۾.
4 زالون نڪاح ۾ هڪ وقت 1 مرد ڪي جائز.
ملڪيت ۾ پٽ جو حصو ڌيءَ جي حصي ڪان ٻيڻ.
بيوه عورت ڪي عدت ۾ 4 مهينا ۽ 10 ڏينهن رهڻو آهيَ.
مڙس جي ملڪيت مان زالن ڪي اٺون حصو ملندو پر
مڙس ڪي زال جي ملڪيت مان چوٿون حصو ملندو.
روزي ٽوڙڻ جو ڪفارو آهي 60 مسڪين ڪارائڻ.
زنا جي سزا آهي 80 درا يا سنگسار.
شراب جي سزا آهي 40 دُرا.
پٽ جي ملڪيت ۾ پيءُ ماءُ جو حصو آهي ڇهون.
الله، محمد، احمد، رسول ۽ ڪلمي ۾ ٻڙي نقطا.

## ٻاڳو پيون: ذهانت

باب پهريون: ذهني آزمائش (ڇا ڪجي، ڇا هجي، ڀلو)

صحيح جواب تي( √ ) جو نشان لڳايو:

(1) ڇا ڪجي / ڇا هجي؟

نوڪري وٺڻ لاءِ: ڊگري، ميرٽ، تجربو، بريف ڪيس، ليڊر جي جيل جو ساٿي، چمچاگيري.

A گريڊ لاءِ: محنت، ڪارتوس، داٻو، پئسا، پيو ويهارجي:

سٺي ڪورس ۾ داخلا لاءِ: A گريڊ، ڪوٽا، سيلف فنانس، ٽيسٽ، ڊوميسائيل، سفارش.

اسيمبلي جي ٽڪيٽ لاءِ: سرداري، پيري، بريف ڪيس، عوامي راءِ/ ادو/ ادي راضي.

سستي بجلي لاءِ: جنريٽر، سولر سسٽم، ڪنڊو، ميٽر ريڊر راضي.

پروفيسري لاءِ:Ph.D، ريسرچ پيپر، معياري ڪتاب، سياست.

حڪومت تي قبضي لاءِ: وصيت، وراثت، ڪوڙا نعرا، ٻين ۾ ڏڦير، پيرن ۽ جاگيردارن جو سهارو.

اليڪشن کٽڻ لاءِ: ورڪر، جعلي ووٽر، دولت، ڌاڙيلي، آفيسرن جو ساٿ.

آخرت ۾ ڪاميابي لاءِ: هر سال عمرو، زڪوات ورهائڻ، تهجد جي پابندي، هاسو ۽ تسبيح، ڊگهي ڏاڙهي ۽ عمامو.

دنيا ۾ ڪاميابي لاءِ: هر ڪمري ۾ جنريٽر پر بل نه، هر وڏي شهر ۾ محل گفٽ مليل، لنڊن يا دبئي ۾ پراپرٽي، اولاد کي سٺيون نوڪريون.

(2) گهٽا (ٻڌايو):

رانديگر کهڙي راند ۾ وڌيڪ زخمي: تاس، ڪرڪيٽ، هاڪي، فوٽ بال، ريسلنگ

وڌيڪ شاهوڪار: تاس، ڪرڪيٽ، فوٽ بال، ريسلنگ

تماش بين زخمي: ڪرڪيٽ فوٽ بال، هاڪي، اسڪواش،

والي بال، ناچ گھر.

شاگرد کھڙي مضمون کي وڌيڪ پسند کن ٿا: رياضي، انگريزي، تواريخ، اکنامکس، ڊرائنگ، ڪمپيوٽر.

نوجوان ڇا تيڻ پسند کن ٿا: ماستر، ڊاڪٽر، انجنيئر، بئنڪار، فوجي، سياستدان، خزاني آفيسر، بلديات.

انسان کھڙي بيماري ۾ مرندا آهن: ڪئنسر، سلھ، مليريا، پليگ، ارڙي، شگر، دل، بلڊ پريشر.

انسانذات لاءِ وڌيڪ خطرناڪ: مڇر، مانگر مڇ، نانگ، چيتو، هاتي، ڪتو، وڇون.

گهڻا ليکڪ ٽوٽڪا ۽ ڪهاڻيون ڇو لکندا اهن: پيٽ خاطر، شوقيہ، ناموس خاطر، مقصد خاطر.

گهڻا سياستدان کھڙي پارٽيءَ ۾ شامل: اقتدار واري، مخالف ڌر، مذهبي، لساني، نظرياتي.

گهڻا لالچي ڇا بدلائيندا آهن: ملڪ، شهر، مذهب، ذات، پارٽي، زال.

گهڻا ماڻهو پنهنجي قبر ڇا سان کوٽيندا آهن: ڏندن سان، زبان سان، وات سان، دماغ سان هٿن سان.

(3) پهريون نمبر ڪنهن جو؟
ڪرپشن جا الزام: ڊاڪٽر عاصم، بلوچستان وارو منگسي، نواز شريف، شرجيل ميمڻ، زرداري.
اليڪشن ۾ ڌانڌلي جا الزام: ايوب خان، ايم ڪيو ايم ذوالفقار ڀٽو، جماعت اسلامي. مسلم ليگ
مشرقي پاڪستان کي الڳ ڪرڻ جا الزام: ٽڪا خان، ذوالفقار ڀٽو، شيخ مجيب، انڊيا.
گهٽ ڪارڪردگي: ماستر، ڊاڪٽر، بلديات، پوليس، پروفيسر
ڪارخانا هٽڻ ۾: زرداري، نواز شريف، ايوب خان، ذوالفقار ڀٽو، بينظير.
ڪرپشن ۾ ادارا: تعليم کاتو، خزاني وارا، بلديات، پوليس ڪسٽم، روينيو.
آمرن جا ڪيس لڙڻ ۾: اي ڪي بروهي، شريف الدين پيرزادو، حفيظ پيرزادو، اعتزاز احسن، فاروق نائڪ.
ڪراچيءَ تي قبضا ڪرائڻ ۾: لياقت علي خان، ايوب خان، ايم ڪيو ايم، لياري گئنگ وار، بحريه ٽائون.
معافين وٺڻ ۾: فاروق ستار، الطاف حسين، نواز شريف، سٽي باز رانديگر.
تعليمي معيار جي پستي لاءِ جوابدار: استاد، والدين، ڪوٽا، صوابديدي پاور، ڪاپي، سفارش.

(4): مقصد لاءِ (چاڪري):
وڪيل ڪيس کٽڻ لاءِ ڇا ڪري: ججن کي لالچ ڏئي، مخالفن تي الزام هڻي، شاهدن کي ڌمڪيون ڏئي. دليل ۽ حوالا ڏئي.
رياضيدان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري: دماغ، ڪمپيوٽر، فارمولا، ٽري ڊايگرام، ماضي جي ڊيٽا.
اديب قوم کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ ڇا لکي: ناول، افسانا، ڪهاڻيون، ڪالم، ٽوٽڪا.
سياستدان اقتدار لاءِ ڇا ڪري: نوٽ، ووٽ، وصيت، نعرا، اسٽرائيڪون، ڌرڻا، الزام.
استاد ڪمائي لاءِ: ٽيوشن سينٽر، امتحاني ڊيوٽي، شام جا ڪلاس، جعلي ريسرچ، پراجيڪٽ، اضافي عهدا.
ڊاڪٽر ڪمائي لاءِ: ميڊيڪل سينٽر، لائبارٽري، ميڊيڪل اسٽور، دوائن وارين ڪمپنين سان تعلقات، پئنل وارن ادارن سان تعلقات.
سياستدان ڇا نهرائي: روڊ، يونيورسٽيون، اسڪول، اسپتالون، پليون.
(5) 7 جوڙا ناهيو: (I) ۽ (II) مان هڪڙو هڪڙو لفظ چونڊي جوڙا ناهيو.جيڪي مقصد ڏيکارين، (III) ۽ (IV) مان بہ اهڙا جوڙا ناهيو جيڪي تعلق ڏيکارن.
(I) چوپايو جانور، ڊرنلو، وڇون، شيطان، ملائڪ، انسان، عورتون.
(II) حڪم جي تعميل، فتنو، خطا، گمراهہ ڪرڻ، ڏنگڻ، حملو ڪرڻ، پيٽ پرڻ.
(III) ائڪٽنگ، گسائڻ، ڪرپشن، ڪوڙ جوا، ڪرمنالاجي، ٽاڙيون وڄائڻ
(IV) جيل، ريسرچ سيمينار، شادي، سياست/ ريسرچ، ماسٽر، ڪرڪيٽ، بلڊر.

(6) پڌايو (ڇا):

نماز، روزا، زڪواة، حج، انصاف، رحم ڪرڻ، مظلومن جي مدد، جهاد (زياده ثواب ڇا ۾).

شرڪ، قتل، زنا، جوا، شراب/نشو، حرام ڪائڻ، وياج، ظلم ڪرڻ (زياده گناهه ڇا ۾).

قلم، ترار، زبان، دماغ، ڪئنچي، ڪارتوس (زياده قتل ڇا سان).

فلم، تصوير، تقرير، تحرير، تدريس، تبليغ، تحقيق (زياده اثرڇا ۾).

هيروئن، ڀنگ، چرس، آفيم، شراب، عشق (زياده نشو ڇا ۾).

رڍ، ٻڪري، ڳئون، مينهن، اٺ، گهوڙو، مرغيون (زياده ڇا پالجن؟).

ڪٽڪ، چانور، جوئر، مڪئي، ڪپهه، ڪمند (زياده ڇا پوکجن؟).

انب، انگور، هنداڻو، ڏاڙهون، ڪجور، زيتون، ڪيلو، نارنگي.

(زياده ڇا پسند؟).

فلمون، قصا، انٽرنيٽ، ڪتاب، رياضي، (زياده مزو ڇا ۾)

سياست، ماستري، خزاني آفيس، ڪسٽم، بلديات (زياده ڪمائي ڇا ۾).

گهوڙا، زالون، محل، ٻار، نوڪر، پاور (زياده سڪون ڇا ۾).

فوج، پوليس، وزارت، بيوروڪريسي، پڙووت (زياده طاقت ڇا ۾)

بادشاهه، راڻي، فقير، غلام، عالم، پير، سردار، جج (زياده آرام ڇا ۾)

چور، ڪوڙو، لالچي، شاعر، موالي، رانديگر، عاشق، ليکڪ، پتي خور (زياده مشهوري ڇا ۾)

